



# ديوان ٻُيڙل فقير

## سوانح عُمري ۽ ڪلام

## حضرت شهنشاهه ٻُيڙل فقير صُوفي القادري

سهيڙيندڙ : فقير طارق حيات لاشاري

# بسم الله الرحمن الرحيم

# ديباچو

لَوْلاكَ لَما خَلَقْتُ الْأَفْلاكَ (قرآن پاڪ)

أوّلُ مَا خَلَقَ اللهُ نُورِى (حديث شريف)

خاص تعريف آهي، واسطي خالق الخلق، ۽ مالڪ الملڪ جي جو جُڳائي ثناءِ حضرت محمد مصطفيٰ احمد مجتبيٰ ﷺ جن جي طفيلي هي جهان دنيا جو بلڪ ساري ڪائنات پيدا ٿي. جنهن جو ثبوت مٿين آيت شريف ۽ حديث پاڪ مان ملي ٿو. پوءِ ڇو نہ اسان پنهنجي پياري نبي ﷺ جي تَعريف ڪريون. ۽ سَندن نقش قدم تي هلڻ جي ڪوشش ڪريون. اما بعد

هي ڪتاب " دُري ناياب " جي نالي سان هادي شهنشاه سائين بيدل فقير صوفي القادري جن جي منجهس سوانح عمري ۽ سندن معجزنما گفتارن جي قلم بند ڪري ڇپائڻ لاءِ حضرت سجاده نشين اڪمل اهل الله هادي حضرت فقير عبدالڪريم صوفي القادري جن پنهنجي فرزند ارجمند حضرت فقير مَست مُحمد مُقيم صُوفي القادري جَن کي حُڪم فرمايو. جو صاحبزاده صاحب جن درج ڪري ڇپرايو.

اِنَّمَا اَمرُهُ اِذا اَرادَ شَيئاً اَن يَقولُ لَهُ كُن فَيَكون

هن آيت جي لکڻ جو صرف اهو مقصد آهي تہ جڏهن رب جي ذات پنهنجي حُسن نورِ محمد ﷺ جن ۾ ڏٺو تڏهن امر ڪيائين پنهنجي ارادي کي تہ ٿي پَئہُ. پوءِ ٿي پيو. ڇا ٿيو جو ساري ڪائنات جُڙي ۽ روح پيدا ٿي پيا. ڪِٿان؟ سندس نور مان جدا جدا جُڙا ٿيا.

فرمايائون الست بربڪُم؟ ارواحن عرض ڪيو قالو بليٰ پوءِ محبوب پاڪ جن جي پيشوائي لاءِ زمين کي سينگارڻ واسطي آدم عليہ السلام جي بوتي تيار ڪرڻ لاءِ ملائڪن کي حڪم فرمايو تہ آدم جو بوتو پاڻي ۽ مٽي مان تيار ڪيو. پوءِ ملائڪن بوتو ناهيو مگر جيئن رب پاڪ جي ذات کي بڻائڻو هيو ان موجب ملائڪن کي ناهڻ نہ آيو. پاڻ فرمايائين " خلق الله آدم عليٰ صورته " ، جڏهن آدم عليہ السلام ۾ روح آيو. تڏهن ذات حق جي ملائڪن کي حڪم ڪيو " وَإِذْ قُلْنَا لِلْمَلَائِكَةِ اسْجُدُوا لِآدَمَ فَسَجَدُوا إِلَّا إِبْلِيسَ أَبَىٰ وَاسْتَكْبَرَ وَكَانَ مِنَ الْكَافِرِينَ ". جنهن ڪري ابليس کي آسمانن تان تڙايو ويو ۽ بيزاري جو توڪ سندس گردن تي آيو. ۽ آدم عليہ السلام کي بهشت ۾ رهايو ويو.

ذات حق ڪلام پاڪ ۾ فرمايو آهي " وفي أنفسكم أفلا تبصرون " جن کي انهيءَ آيت شريف جي معنيٰ جي خبر پيئي انهن ڏسڻ جي ڪوشش ڪئي. ۽ ڪيس ڳولهي لهڻ لاءِ هن آيت تي هليا. " وبتغو اليهم الوسيلت " ۽ رهبر ڪامل (مرشد) جي دست بيعت تي سندس امر موجب هلندي جيڪي بہ مرشد هنن کي سبق ڏنو. ان موجب ڳولهي پاڻ وٽ ان کي موجود ڪيائون. ۽ انهيءَ مالڪ پاڻ ان جسم مان اناالحق جا نعرا عالم آشڪار ڪيا. تنهن ڪري رهبر ڪامل مرشد جو دست بيعت ٿيڻ لاءِ خود ذات حق جو فرمان آهي.

انهيءَ ڪتاب الله کي سچي ڪرڻ شروع ۾ آيت شريف آهي. " ذَٰلِكَ الْكِتَابُ لا رَيْبَ فِيهِ " جنهن جي ڪري حق جي ڳولا وارا طالب قرآن پاڪ کي سچو ۽ صحيح سمجهي ۽ ذات حق کي ڳولهي لهن ٿا. ۽ طالب حق وارن جي پرورش ان رب پاڪ جي ئي ذمي آهي.

اهڙيءَ طرح ڏنو ويو آهي تہ جيئن جهان ۾ ڪيتريون ئي پيرن، فقيرن ۽ بزرگن جون درگاهون ۽ گاديون آهن تہ انهن کي وڏيون وڏيون ملڪيتون آهن ۽ وڏين ملڪيتن ۽ هستين وارا طالب آهن. مگر شهنشاه سائين بيدل فقير صوفي القادري جن جي گاديءَ کي ڪابہ ظاهري ملڪيت ڪانهي ۽ نہ وري ڪي وڏين ملڪيتن وارا ماڻهو مريد اٿس. ڪين الله پاڪ تي توڪل آهي. " مَن يَتَوَكَّلْ عَلَى اللهِ فَهُوَ حَسْبُهُ " انهيءَ تي توڪل اٿن. ۽ نہ وري ٻين پيرن ۽ بزرگن جيان مريدن جي در تي ڏن لاءِ نہ ويندا آهن. جيڪڏهن ڪو طالب مريد دعوت جو اهتمام ڪندو آهي. ۽ اسم الله جو وجهندو آهي تہ پوءِ ان جي دعوت کائڻ ويندا آهن. ۽ ان کان ڪجهہ نہ گهرندا نہ آهن. پر جيڪڏهن ڪو طالب مريد راهہ الله ڪجهہ ڏيندو آهي تہ اهو وٺندا آهن. وتن ڪوبہ سوالي اسم الله جو جهڙي بہ ڪم لاءِ ڪٿي ايندو آهي. ان جو پورو ڪري ڪيس راضي ڪندا آهن. " اَلفَقيرُ لاَ يَحتاجُ اِلَى الله " . باقي ٻارهن مهيني هڪ دفعہ درگاه جا طالب رلهين جو سير عام ڳوٺن ۽ شهرن مان ڪندا آهن. جو اهي رلهيون درگاهہ تي سوالين، بيمارن ۽ مسافرن جي اوڍڻ لاءِ ڪم اينديون آهن.

لايحتاج انهانون هوندا فکر جنهانون سارا هو،
دوست جنهادي دل تي وسندا دشمن لهي نہ وارا هو،
نظر جنهان دي ڪيميا هوندي سي ڪيئن مارن پارا هو،
باهو عاشق اٿاهين رهندي جتي رهندا نبي سونهارا هو.
(حضرت فقير سلطان باهو )

الراقم:- حضرت فقير مست محمد مقيم صوفي القادري
از درگاهہ شريف (بيدل فقير )



**حضرت شهنشاهہ بُڏل فقير صوفي القادري پنهنجي فرزند فقير مست محمد مقيم سان گڏ نڪتل هڪ ناياب تصوير**

# شجرو




نوٽ: هن درگاهه شريف جا پنج گادي نشين ۽ ڇهه شاعر ٿي گذريا آهن.

# فهرست

ٻيڊل فقير (ڪريم بخش خالد)

سنڌ جو تصوف ۽ ٻيڊل فقير ( پير علي محمد راشدي)

ٻيڊل فقير (غلام محمد ايل بدوي)

حمد

سنڌي بيت

عشق تي چيل بيت

سر سسئي جا بيت

ستن ڏينهن جو بيان

سسئي جا ٽيهه ڏينهن

سرتين جي سمجهاڻي

سسئي جو جواب

سر سورٺ جا بيت

سر سارنگ جا بيت

سر رامڪلي جا بيت

سنڌي ڪافيون

سرائيڪي ڪافيون

# بسم الله الرحمن الرحيم

## سوانح عمري هادي سائين ٻيدل فقير صوفي القادري

سندن عالم ارواح کان عالم ناسوت ۾ آمد ڳوٺ بخشو اُنڙ ضِلع شڪارپور ۾ ٿي. اهو ڳوٺ هِن وقت ڳوٺ ٻيدل فقير جي نالي سان مشهور آهي. انهيءَ ڳوٺ ۾ نالي "حضرت واسح فقير" رهندو هو. پاڻ ظاهري طرح سان ذات جا اُنڙ هئا. پاڻ درويش صورت ۽ سيرت جا صاحب هيا. رات ڏينهن پنهنجي مالڪ جي يادگيري ۽ گذرسفر لاءِ ظاهري ڪرت ڪيتي ڪندا هئا. نہ ڪنهن کان گهرندا هيا نہ ڪنهن کي ايذائيندا هُيا.

قدرت جو اهڙو رنگ جو "حضرت واسح فقير" کي پٽ جي اولاد ڪونہ هئي. جنهن ڪري هو شب روز بارگاه ايزديءَ ۾ اولاد جا سائل هوندا هيا.

هڪ ڏهاڙي خالق اڪبر جي مهربانيءَ سان هڪ مست درويش انهيءَ ڳوٺ ۾ آيو."حضرت واسح فقير" مست فقير کي عرض ڪيو تہ مونکي نرينو اولاد ڪونہ آهي، جنهن لاءِ ڏاڍو منتظر آهيان. اوهان الله جي نالي انهيءَ مالڪ جي درگاه مان هڪ صالح نيڪ پٽ وٺي ڏيو.

جنهن تي انهيءَ مستَ بارگاه الاهيءَ ۾ مناجات ڪري حضرت واسح فقير کي فرمايو تہ "ادا تو کي انشاالله هڪ فرزند ڄمندو. جنهن جو اسم مبارڪ "ٻُيدل" رکندا". انهن لفظن چوڻ بعد اهو نانگو مست فقير جيڏانهن جو هيو تيڏانهن هليو ويو.

ڪجهہ وقت گذرڻ بعد مست فقير جي قول موجب حضرت واسح فقير کي فرزند ارجمند تولد ٿيو. ليڪن ٻار جي ناڙي وڍڻ لاءِ اهڙو ڪوبہ اوزار ڪونہ ٿي لڌو. ٻار جي وارثن گهڻي ڪوشش ڪئي پر اُهو نہ ليبو. انهيءَ پريشاني جي عالم ۾ پاڻ ،جو اجا دنيا ۾ مس ظهور فرمايو هيو ،فرمائڻ لڳا "ڪاتي جاري ۾ رکي اٿوَ". ڄاول ٻار جا اهي لفظ ٻڌي حاضر مجلس وارا حيران ٿي ويا.

مست فقير جي فرمان موجب فقير صاحب جن جو نالو "ٻيدل فقير" رکيو ويو. ڪين اڄ تائين انهيءَ پاڪ اسم سان طالبَ ۽ نياز مندَ ياد ڪندا آهن.

## هادي سائين جن جي تعليم حاصل ڪرائڻ لاءِ والدين جون ڪوششون

جنهن وقت بيدل سائين جن ننڍڙا هيا سندن والدين ناز ۽ نعمت سان ڪين نپايو. جڏهن ستن اٺن ورهين جا ٿيا ان وقت فقير صاحب جي عزيزن ظاهري علم جي تعليم لاءِ پسگردائي جي مدرسن ۾ ڪين استاد جي حوالي ڪرڻ جون ڪوششون ورتائون.

مگر فقير سائينءَ ڪي صبح جو گهر ڪان پڙهڻ لاءِ موڪليندا هيا ته پاڻ مدرسي ڪان نڪتائي جهنگ ۾ گوشه نشين ٿي باطن جي رازن سان مشغول رهندا هيا.

ڏينهن گذرڻ بعد جڏهن سندن والد کي خبر پئي ته فقير ظاهري علم جي اوڏو نه آهي. تڏهن علم پرائڻ لاءِ ڪنهن دوري مسافري تي چڙهڻ جو خيال ڪري مدرسه امروٽ شريف ۾ ڪين ڇڏي آيا ۽ مدرسي جي اسادن کي تاڪيد ڪيائون ته ”فقير صاحب کي ظاهري علم جي چڱي طرح ڪوشش ڪريو.“

جِن کي لڳي لنوءِ يار جي وسري وين ڪم ڪار ٻي
طلب هين سردار ڪي سي عام ۾ هٽ نه اڙيا

(حضرت بيدل فقير )

پوءِ جڏهن مدرسي جي استادن ڏٺو ته فقير صاحب ظاهري اکرن جي واه ئي نه آهي تڏهن هنن جي دل ۾ اهو خيال پيو ته جيڪر فقير اسان وٽان پنهنجي گهر وڃي ته چڱو آهي. پوءِ هادي سائين جن به استادن ڪان رخصت گهري ته هينئر پنهنجي ڳوٺ ويندا سون. جنهن تي مدرسي جي معلمن ۽ مولوين به خوشيءَ سان ڪين موڪل ڏني. پوءِ فقير سائين جن پنهنجي ڳوٺ اچي پهتا. جڏهن سندن والدين هادي سائين جن جا الٽا خيال ڏٺا تڏهن مجبور ٿي ڪين مال چارڻ جو ڪم رکيو. پاڻ به راضي ٿي صبح جو مال چوڙي جهنگ ڏانهن ويندا هئا ۽ شام جو مال کي چاري واپس ايندا هئا ۽ پاڻ اڪيلائي ۾ ويهي يار سان روح رهاڻيون ڪندا هئا.

هڪ ڏينهن ڍورن جا ڦر اچي مائرن سان مليا ۽ کير سمورو ڏائي ويا. شام جو جڏهن ڳئون گهر آيون ۽ ڍورن سان ڦر گڏيل هُئا ۽ ڳئون ڏاتلان هيون. تڏهن سندن والدين فرمايو ته ”بابا ڍورن جي به حفاظت نٿا ڪريو جو ساڻن ڦر گڏجي ڏائي ويا آهن“. پاڻ هادي سائين جن ڳئن کي فرمايو ته ”مائي، اوهان ٻچن کي پلي کير پياريو مگر خدمت وران جو به خيال ڪريو.“ انهيءَ ڏينهن کان پوءِ ڦر پنهنجي مائرن سان ساڻ هوندا هئا ۽ ڳئون به هميشه جيترو کير ڏينديون هيون.

جيئن تہ فقير سائين پاڻ مال چاريندا هئا سو هڪ ڏهاڙي صبع جو مال کي جهنگ ۾ ڇڏي پاڻ هڪ وڻ هيٺان دم اسم جي ڏيان جو ڪري آرامي ٿي پيا ۽ ڊور ڪيڏانهن جو ڪيڏانهن هليا ويا. فقير سائين جن ڍورن ڏي ظاهرت ۾ ڪو بہ خيال نہ ڪيو.

عاشق ويا اوڏنهين جاتي رڍَ نہ ڪا ڳئون
نہ ڪا ٻيڪ ٻڪر جي نہ ڪا چڙن جي چَئون پَئون
نہ ڪو سونچو سَانپر جو نہ ڪا ڍورن ڍَئون
غلام حيدر غيب ۾ ٿيا گاروڙي گئون
ڇَتُن ڪي ڇَئون پَئون موڳِن ڪي هِن مال جي

(حضرت صوفي فقير غلام حيدر گودڙيو)

شام جو ڍور وجي هڪڙي هاري جي پوک ۾ پيا. جڏهن هن هاري کي خبر پئي تہ آلائي ڪنهن جا ڍور پوک پيلن ٿا سو اتان پوڳ مان ڍور ڪڍي اڳ ۾ ڪيائون. ڍورن اهو رستو ورتو جتي هادي سائين جن وڻ جي ڇانو ۾ آرامي هئا. شام جو اهو دستور آهي تہ هر هڪ جسم جو پاڇو اوپر طرف هوندو آهي. مگر ان وڻ جو پاڇو صبح جي وقت وانگر اولهہ طرف بيٺل آهي جنهن وڻ جي ڇانو ۾ هادي سائين جن آرامي هيا. اهڙو عجيب قدرت جو رنگ ڏسي هارين پاڻ ۾ ڳالهايو تہ ”هي عجيب رنگ آهي جو صبح جو بہ اولهہ طرف ڪان ۽ وڻ جو بہ پاڇو بہ اولهہ طرف ڪان آهي.“ اجان ويجهو آيا تہ هڪ نينگر انهيءَ وڻ جي ڇانو ۾ آرامي آهن ۽ چوڻ لڳا تہ ” واهہ جو هي مرد مولىٰ جو رنگ آهي. منجهس اهڙي ڪا مٽيان آهي جو وڻ بہ هن جي امر ۾ خدمتگار آهن.“ ايتري ۾ پاڻ سائين جن اٿي پيا ۽ هارين اچي قدم بوسي ڪري دعا خير طلبي واپس وريا ۽ پاڻ هادي سائين جن ڍور ڪاهي اچي جاءِ تي پهتا.

جاڳڻ آهي جنجال ننڊ تہ ناز پرين جو
سهي ڪر سچل چوي هاديءَ سندو خيال
جي خاصو رکين خيال تہ سمهڻ مان سُڌ پوي
(سچل سرمست)

## عشق وحدت جي اظهاري

ڏينهن گذرڻ بعد هادي سائين جن پنهنجي دِل جي وِندر لاءِ هڪ يڪتارو پاڻ ٺاهيو ۽ جهنگ ۾ وڃي ڍور چڊي پاڻ ويهي عِشق جون مِنيون ٻُوليون ٻُوليندا هُئا. جِئن پاڻ پنهنجي ڪلام ۾ فرمايو اٿن.

سِگهو مُونجھ يار تو ڪي وينا ساريون.
"ٻُڊل سائين"

يڪتاري تي راڳ ڳائيندي وجد ۾ اچي ويندا هُئا. ڌرتيءَ ڪان شهباز وانگر پرواز ڪري مٿي ويندا هئا ۽ پري وڃي لهندا هئا. هڪ دفعي جي ڳالهه آهي ته سندن ڳوٺ ۾ شخص پهلوان هئا جن اها ڳالهه ٻڌي ته ٻُڊل سائين جن راڳ ڳائيندي زمين ڪان مٿي پرواز ڪري ويندا آهن. هنن پاڻ ۾ صلاح ڪئي ته" آڄ فقير وٽ هلون ڪانئن راڳ ڳارايون پوءِ جنهن وقت هو پرواز ڪري ان وقت ڪيس بند ڪري جهليندا سون". القصه هادي سائين وٽ آيا ۽ ڪلامن چوڻ لاءِ عرض ڪيائون. ٻُڊل سائين سندن عرض قبول ڪري پاڻ ۾ ٻول چيائون ته سندن پِنيون مُبارڪ ڏڪڻ لڳيون. انهن تي پهلوانن ڪي فرمايو ته" ڪا ٻه گستاخي نه ڪجو ورنه توهان لاءِ چڱو نه ٿيندو". جڏهن عشق جي شهباز پرواز ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ته انهي ٻنهي پهلوانن هادي سائين جن جي قدمن ۾ پاڪر وجهي جهلڻ جي ڪوشش ڪئي ليڪن ٻُڊل سائين انهن ٻنهي ڄٹن ڪي اڏاري وٹن ڪان مٿي ڪٹي ويا. ساري شهر جا ماڻهو مڙي آيا ۽ ٻُڊل سائين ڪي الله جا اسم وِڏائون. جنهن تي پاڻ هيٺ زمين تي لهي آيا ۽ انهي ٻنهي ڪي بازن ۾ هٿ وجهي فرمايائون ته "ڪيڏانهن اڇلايانوءَ". انهن تي وارث قسم وجهڻ لڳا ۽ گهٹن زارن ڪان بعد ڪين معافي ڏِنائون. هي آهي حضرت عشق جي طاقت. جڏهن ماڻهو هادي سائين جن جو اهو رنگ ڏٺو ته سيئي ماڻهو چوڻ لڳا ته فقير سائين جن ڪي غيبات يا جِنن جو اثر آهي ۽ سندن والدين ڪي ٻه انهيءَ ڳالهه تي بيهاريائون ته ڪو عامل گهرائجي. جنهن تي هو پوپا گهرائي طرحين طرحين جا عذاب ڏيڻ لڳا. پر عشق وارن ڪي پوپا ۽ جاڳر چا ڪرن. ايترن عذابن ڏيڻ مان وريو ته ڪجهه ٻه نه. هادي سائين جن تي ڪافي عرصو اها حالت طاري رکيائون.

## هادي سائين جن جو دست بيعت ٿيڻ

ٻُڊل سائين جن جي ڳوٺ ۾ چند ماڻهو پير سائين پاڳاري جن جا مريد هئا. جن مان فريد فقير مگٹهار خاص مريد هو. ان وقت پير سائين جن جي گاديءَ تي سجاده نشين پير حزب الله شاه صاحب جن هئا.

پير سائين جن جي عزيز پير علي سرور شاه جن ڪي فريد فقير دعوت ڪري وني آيو. پير سائين جن فريد فقير ڪي چيو ته" اوهان جي ڳوٺ ۾ ڪو راڳ چوندو آهي؟ ته انهيءَ ڪي وني اچ ته دل ڪي وندرايون". جنهن تي فريد فقير عرض گذاريو ته "سائين هٿ واسع فقير جو نينگر نالي ٻُڊل فقير

يڪتاري تي ڪلام چوندو آهي. پر جڏهن هو ٻہ ڪلام پورا ڪري ٽيون ڪلام چوندو آهي. تہ هن تي اهڙو حال پوندو آهي جو هو بيخود ٿي زمين ڪان مٿي اڏامندو آهي. جنهن ڪري واسع فقير عام ماڻهن کي چوندو آهي تہ نينگر ڪان ڪلام نہ چوائيندا ڪريو. جو هو بي اختيار اڏامي وڃي ڪڏن ۽ ڪوبن ۾ ڪرندو آهي ۽ کين تڪليف ايندي آهي.“ پير صاحب جن کي هي عجيب قسم جي ڳالهہ ٻڌي ٻُڊل سائين جن سان ملڻ ۽ ڏسڻ جو ڏاڍو شوق ٿيو. جنهن تي واسع فقير کي گهرائي ٻُڊل سائين جن جي ڪلام ٻڌڻ جي فرمائش ڪيائون. واسع فقير عرض ڪيو تہ ”سائين، هو فقير پنهنجي خيال وارو آهي. ڪنهن وقت چوڻ موجب هلندو آهي ۽ ڪڏهن ڪنهن جي ٻڌندو ئي ڪونهي. جيڪڏهن اوهان پنهنجو ماڻهو موڪلي کين گهرائي کين پاڻ فرمائيندوء تہ هو اوهان جو امر مڃندو ليڪن ڪيس ٻن ڪلامن ڪان وڌيڪ نہ چوائيندا جو هن کي تڪليف اچي ويندي آهي.“

پير صاحب جن فريد فقير کي حڪم فرمايو تہ ”توهين نينگر کي وٺي اچو.“ فريد فقير جي چوڻ تي پاڻ ٻُڊل سائين آيا ۽ پير سائين سان ملڻ بعد پير صاحب جن جو امر نور بر چشم ڪري يڪتارو کڻي ڪلام چوڻ شروع ڪيا. جڏهن ٻيو ڪلام پورو ڪيائون تہ ٻُڊل سائين جن جون پِنيون ڏڪڻ لڳيون. پير صاحب جن ٻہ ڏنو تہ حضرت عِشق جو شهباز پرواز جي تيارين ۾ آهي. وڌيڪ ڪلام چوڻ ڪان منع ڪيائون. اُن ڪان بعد پير سائين جن ٻُڊل سائين کي تحفہ طور هڪ پوشاڪ عِنايت ڪيائون ۽ ساڻن مخفي طرح ويهي ڪجهہ وقت رُوح رِهاڻيون ڪري کين اجازت ڏنائون. ويندي مهل سندن والد کي فرمايائون تہ ”ٻُڊل سائين کي اسان جي درگاہ تي دست بيعت ٿيڻ لاءِ موڪليو.“

ڏينهن گذرڻ بعد فريد فقير ٻُڊل سائين جن کي ساڻ ڪري پير سائين جن جي درگاہ شريف ڏانهن پيادل رستي وٺي هليا. ۽ درياہ تان ٻيڙيءَ رستي پار ٽپڻ جو ارادو ڪري ٻيڙيءَ تي چڙهيا. جڏهن ٻيڙي سِير ۾ پهتي تہ ٻڏڻ لڳي. جنهن ڪري سيئي ماڻهو ٻيڙيءَ تي ويٺل حيران ۽ پريشان ٿيڻ لڳا. فريد فقير سيني ماڻهن کي چيو تہ ”ٻيڙيءَ جي بچاءَ لاءِ ٻُڊل سائين کي سيئي عرض ڪيو تہ خير سلامتيءَ سان پار پهچئ پئون.“ پوءِ سمورا ماڻهو ٻُڊل سائين کي عرض ڪرڻ لڳا تہ ”فقير سائين ٻيڙيءَ لاءِ رب پاڪ جي درگاہ ۾ دعا گهرو تہ خير سان هلي پار پهچئون.“

پوءِ ٻُڊل سائين جن هڪ شعر جي نموني اناويهن مصرعن سان لولي چئي ۽ ٻيڙي رب جي ٻاجهہ سان پار پهتي. پوءِ ٻُڊل سائين جن فريد فقير سان گڏجي پير سائين جن جي درگاہ شريف تي پهتا.

جنهن وقت فقير ٻُڊل سائين جن ۽ فريد فقير پير صاحب حزب الله شاہ سائين جن جي حضور پهتا تہ پير سائين بادشاہ فرمايو تہ” فريد فقير ! هي روهڙيءَ وارو بيدل فقير تہ نہ آندو اٿي“. فريد فقير عرض ڪيو تہ ” قبلا، هيءُ اسان جي ڳوٺ ۾ واسع فقير جو نينگر آهي. اوهان جي حضور ۾ دست بيعت ٿيڻ آيو آهي. پير سائين بادشاہ جن فرمائڻ لڳا تہ ” کير جو مٽ تہ ڀريل آهي پر سانپاڻ جي دير اٿس“. پوءِ

ٻُڍل سائين ڏي مخاطب ٿي فرمائڻ لڳا تہ” فقير منهنجو هي ڪلهو تہ ڏس. هي زخمي ٿي پيو آهي. تنهنجي جي سڌڻ تي اچي ٻيڙيءَ کي ٻڏڻ کان بچائڻ لاءِ ڏنو اٿم“.

فقير ٻُڍل سائين جن عرض ڪيو تہ ” قبلا! مان بہ وري اوهان جي اولاد ۽ پيڙهيءَ لاءِ ڏينهن قيامت تائين لولي چَئي اٿم“.

دَست بيعت ٿيڻ بعد پير سائين بادشاه هادي سائين جن کي فَرمايو تہ” اوهان آئينده لاءِ هيڏانهن اچڻ ۽ پنڌ جي تڪليف نہ ڪندا ڪريو. جو اسان اوهان سان قيامت تائين ساڻ آهيون. اوهان ڪو بہ خيال نہ ڪندا“. ان بعد ٻُڍل سائين جن پير سائين جن کان موڪلائي سندن حُڪم موجب پنهنجي ڳوٺ آيا ۽ ذات حق جي يادگيريءَ ۾ رهيا.

# هَادي ٻُڍل سائين جَن جي سَخا ۽ تارڪي

ٻُڍل سائين جن جي دل ۾ هر وقت اهو خيال رهندو هو تہ ”جيڪو بہ مال اسباب آهي. سو رب جي راهہ ۾ خيرات ڪري مسڪينن کي ڪارائي ڇڏجي“.

هڪ دفعي سندن والدين ٻئي ڳوٺ ڏانهن ويا ۽ هادي سائين کي چيائون تہ ” اسان ڳوٺ کان ٻاهر ٿا وڃئون پُنيان گهر ۽ مال جي حفاظت ڪندا“. جڏهن هو روانا ٿي ويا تہ ٻُڍل سائين جن ڇا ڪيو جو ڳوٺ جي ماڻهن کي سڏائي ڏاند ۽ ٻيو جيڪو بہ مال ڍور ڍڳا هين انهن کي تڪبير ڏيارائون ۽ گاڏي ،ٻاجاري، هر ۽ ٻيا ڪاٺ ڪِلا وَڍائي ديڳين جي ٻاه ۾ ساڙايائون ۽ گهر ۾ جيڪو بہ اناج هيو سو بہ رنڌرائي پسگردائي وارا ،مسڪين ۽ همسايہ گُهرائي ۽ واٿهڙو سڏائي انهن کي ڪارائي ڇڏيائون.
سسئيءَ جي بيتن ۾ ٻُڍل سائين جن فرمايو آهي تہ؛

ڏهين ڏينهن ڏُکن جا وَرق کُلي پيس واهہ،
سا پڙهي پَروڙي پَاڻ ۾ اندر مَنجهہ اداهہ،
رَمندي وجي رُوح مان ڪري ڪُستئون ڪاهہ،
گهوريان گهر پُنهل تان هي مڏيون مال مَتاع،
حاضر حضرت شاه هِن تي ڪر ڪا ٻاجهہ ٻُڍل چَوي.

سندن والد صاحب جن جڏهن سفر تان موٽي آيا تہ اهو حال ڏسي هو بہ فقير جي رضا تي راضي رهيا. ان بعد آهستي آهستي عشق وحدت جي اظهاري ٿيندي وئي. پاڻ ڪلام ۾ فرمايو اٿن تہ؛

نينهن ٻيل نروار ڪيو هاڻي ڪاڏي لڪان؟
”ٻُيل سائين“

مثال آهي تہ عشق ۽ مُشڪ لڪي نہ سگهندو آهي. خود ذات حق ڪي بہ عشق ئي ظاهر ڪيو. پوءِ ڪٿي ٿو لڪي. هڪ دفعي جي ڳالهہ آهي تہ هڪ فقير درگاہ تي ٻيل سائين جن جي تي آيو هادي شهنشاہ جن جي فرزند سائين ” فقير عبدالحڪيم “ جن ڪان پڇا ڪيائون تہ ”ٻُيل سائين ڪٿي آهي.“ پر اُن ڏينهن ٻُيل سائين جن ڊڪڻ ڳوٺ دعوت ڪاڻ ويا هئا. پُڇا ڪندڙ کي ٻُيل سائين جي فرزند فقير عبدالحڪيم اوڏاهن ڏس ڏنو. ان بعد هو بہ اوڏاهن روانو ٿي ويو. هوڏانهن هادي سائين جن دعوت ڪائي پنهنجي فقير امير بخش ۽ ٻين طالبن سان درگاہ ڏانهن ٿي آيا. تہ رستي ۾ اهو فقير ٻُيل سائين جن سان وجي مليو. ڪائنس پڇا ڪيائون تہ ” ڪير آهين؟“ جنهن تي سائل عرض ڪيو تہ ” منهنجو نالو علي شير آهي. ذات جو جويو آهيان. طالب سائين رڪيل شاہ جو آهيان. وينل ڳوٺ جتوئي لڳ ڳڙهي ياسين. مونکي ڪا ضرورت آهي. خدا واسطي هڪ سوء روپيہ ڏيو.“ جنهن تي ٻُيل سائين جن فرمايو تہ ” فقير مون وٽ سوء رپيہ تہ ڪو نہ آهن. جيڪو الله جي نالي تي دعوت مان مليو آهي سو وٺ“. سائل عرض ڪيو تہ” مونکي سوء رپين ڪان گهٽ نہ کپي جو ضرورت پوري نہ ٿيندي“. پوءِ هادي سائين جن فرمايو تہ” مونکي وني هلي ڪٿي وڪڻي سوء رپيہ هٿ ڪريو“. پوءِ سائل ائين بہ ڪيو جو فقير ٻُيل سائين جن ڳاڏي هلائيندڙ کي چيو تہ” ڏاند ڳاڏي موٽائي ڳوٺ وڄ“. ۽ فقير امير بخش کي فرمايائون تہ” اوهان درگاہ تي وڃو. منهنجو سرُ خدا واسطي قبول پيو آهي جو مان هن سائل فقير جي پنيان وڃان ٿو پوءِ جاڏي بہ ڪري.“

اڇن تا پير اڳ پايون ڏاڍي ڪنهن ڪست مان ڪاهيون،
ڪوپا ڏين ڪنڌ ڪپايون، اهي ڳڏ يار سان هوندا.
”ٻُيل سائين“

پوءِ سائل فقير ٻُيل سائين جن کي ساڻ ڪري شڪارپور ڏانهن روانو ٿيو. چيائين تہ ” اوهان کي سوء روپيہ تي هلي ڪٿي وڪڻان ٿو“. اها خبر جڏهن دعوت ڪندڙ سومرن فقيرن کي وڃي پهتي تہ اهي هڪدم وني ڊوڙيا ۽ ٻُيل سائين جن کي رئيس واہ تي شڪارپور جي ٻاهران اچي پهتا. ۽ سائل کي آزي نيزاريءَ سان چيائون تہ” اسين تو کي سوء روپيہ ڏيون ٿا. ٻُيل سائين جن جي پچر ڇڏيو“.

جنهن تي سائل سوء روپيہ وني ٻُيل سائين جن کي ڇڏيو جو ڊڪڻ فقير ٻُيل سائين جن کي وني پنهنجي ڳوٺ آيا. هوڏانهن اها حقيقت جڏهن امير فقير درگاہ تي ٻڌائي تہ فقير ٻُيل سائين جن جو فرزند فقير عبدالحڪيم جن پنهنجي فقراہ سميت ڊڪڻ جي ڳوٺ اچي پهتا. سموري حقيقت معلوم

ٿيڻ بعد سندن فرزند فقير عبدالحڪيم ٻُڍل سائين جن ڪي درگاه تي هلڻ لاءِ عرض ڪيو. مگر هادي سائين جن فرمايو تہ " اسين هنن سومرن وٽ وڪاڻل آهيون. اوهان درگاه شريف تي واپس وڃو. هاڻي منهنجو اوهان سان ۽ درگاه سان ڪو بہ واسطو نہ آهي". جڏهن سومرن هادي سائين جن کان هي الفاظ ٻڌا تڏهن انهن مڙني عرض ڪيو تہ" سائين اسان اوهان ڪي اهي سوء روپيہ راه الله بخشياسون. اوهان ڀلي درگاه شريف تي پنهنجي اهل اطفال ۽ فقراه سان وڃي خوش خورم رهو" . اهي الفاظ ٽي دفعا عرض ڪيائون. پوءِ پاڻ سائين جن راضي ٿي اتان موڪلائي درگاه شريف تي آيا. هي هُئي سندن سر جي سخا.

## ٻُڍل سائين جن جي شادي خانہ آبادي جو سلسلو

جنهن وقت هادي سائين جن جي راز الاهيءَ جي ملڪ ۾ مشهوري ٿي. ان بعد سندن والدين ڪين شادي ڪرڻ لاءِ چيو. پر پاڻ سائين جن قبول نہ پيا ڪن. نيٺ سائين پير علي سرور شاه جن کان چوايائون. جن جي حڪم موجب پاڻ ٻُڍل سائين شادي ڪرڻ تي راضي ٿيا. ڪين ڳوٺ مان ئي شادي ڪرايائون. مگر هادي سائين پنهنجي اهلبيت جي ويجهو ئي نہ ويا. نيٺ مجبور ٿي سندن والد ٻيهر سائين پير علي سرور شاه جن ڪي وٽي آيا. جنهن ٻُڍل سائين جن ڪي گهريلو زندگي صحي گذارڻ لاءِ زور وڌو. جنهن تي ٻُڍل سائين جن فرمايو تہ " جيڏانهن تيڏانهن هڪ ئي نور ٿو نظر اچي پوءِ گستاخي ڪيئن ڪريان؟"

آخر ڪار پير سائين جي چوڻ تي ٻُڍل سائين پنهنجي اهلبيت جي ويجهو ويا. پوءِ سائين جن جي اولاد جو سلسلو شروع ٿيو.

## ٻُڍل سائين جن جو اولاد

ٻُڍل سائين جن ڪي ٽي فرزند ۽ ٻہ نياڻيون پيدا ٿيا. سندن وڏو فرزند فقير عبدالحڪيم "ننگر ڏٺي بادشاه" هڪ وڏي حال خيال وارا اهل ولايت صوفي درويش هئا. پاڻ ٻُڍل سائين جن جي برقع مٿائڻ کان پوءِ سجاده نشين ٿيا. ٻُڍل سائين جن جو ٻيو فرزند فقير مست محمد مقيم جيڪي پاڻ هڪ قادر الڪلام صوفي شاعر ۽ فنافي الله مرد ڪامل هئا. پاڻ ٻُڍل سائين جن جا وڏ ۾ وڏ منظور نظر هئا. پاڻ اٽڪل چاليهن ورهين جي عمر ۾ پنهنجي والد ماجد ٻُڍل سائين جن جي حياتيءَ ۾ دنيا کان دل کڻي عقبيٰ ڏانهن روانا ٿيا. ٻُڍل سائين مٿس پنهنجي حياتي ۾ روزو نهرايو جو هن وقت موجود آهي. ٽيون فرزند سائين فقير عبدالڪريم جن سائين فقير عبدالحڪيم جن جي برقع مٿائڻ کان پوءِ سجاده نشين ٿيا. پاڻ هميشہ پنهنجي مستي حال خيال ۾ گذاريندا هئا.

# ٻُڍل سائين جن جي صورت ۽ سيرت

هادي سائين جن جو جنهن هڪ دفعو ديدار ڪيو هوندو. سو ئي بخوبي سندن صورت ۽ سيرت جو اندازو لڳائي سگهندو. سندن شڪل شبيھ ۾ چقمق جي ڪشش رکيل هئي ۽ پيشاني تي نوراني نور پيو بکندو هو. سر مبارڪ جا وار هلڪا هين. سندن ڏاڙهي مبارڪ مٺ جيتري ۽ شهپرن ڪي سنت نبي ڪريم ﷺ جي مطابق اختيار ڪيل هين ۽ منهن مبارڪ جو خط اصل نہ وننداهئا. قدم مبارڪ ڪجھ وريل هوندا هين. جنهن ڪري خاص قسم جو بوٽ ٺهرايو ويندو هو. سندن پوشاڪ بہ نهايت سادي هوندي هئي. سر تي تاج مبارڪ، جسم تي ڊگهو چولو يا وقتي صوفين واري ڊگهي الفي، سٿڻ تمام هلڪي پائيندا هئا. اڪثر ڪري ڪپڙن ڪي ٻهر جي ڪلن جو رنگ ڏياريندا هئا. سندن کاڌو سادو هوندو هين. جوئر جي ماني، سائي پالڪ ،سرهن جو ساڳ ۽ لسي پت ڪي وڌيڪ پسند ڪندا هئا. کائڻ لاءِ ٿانوء نکر يا ڪاٺ جا هوندا هين. عام طرح دعوت ڪندڙن ڪي پنهنجو اهو کاڌو قبول ڪرائي پوءِ ويندا هئا. سمهڻ لاءِ سادي رلهي ۽ رهڻ لاءِ ککائين جهوپڙي وڌيڪ وڻندي هين. بستري تي تڏو وڇائي پوءِ ويهندا يا سمهندا هئا. سارو ڏينهن ڪچهري ڪليل هوندي هين. جيڪڏهن ڪو بہ سوالي ايندو هين تہ ان جو سوال پورو ڪندا هئا. فقراہ سان وحدتون ڪندي ڏينهن بسر ڪندا هئا. ۽ شام جو فقراہ جي چونڪي ٻڌندا هئا. آواز ڪلام جي ٻڌڻ جو ڏاڍو شونق هوندو هين.

شام جي ننگر هلڻ تائين آواز ڪلام ٻڌي پوءِ جاءِ تي ويندا هئا. خاص گوشائتي جاءِ مقرر ٿيل هين جتي ڪو بہ نہ ويهندو هو. خدمتگار فقير دروازي کان ٻاهر وينا هوندا هئا. پاڻ سادگي جي جنسي مورت هئا. نکا شيخي نہ ڪا پيري نہ وري بزرگي هين. هميشہ محبت جي مخموري ۾ پنهنجي هردلعزيز اولاد سان گڏ گذاريندا هئا.

ننگر جو عام هوڪو ڏياري مسافرن کي کارائيندا هئا. جڏهن سڀ مسافر ، فقراہ ۽ سوالي کائي ويندا هئا تہ پوءِ پاڻ کائيندا هئا. ڏيندا يا وننداہ بہ صرف خدا جي نالي هئا. اهو سلسلو اڄ تائين درگاہ تي جاري آهي. سندن معتقد مسلمان توڙي هندو آهن. سندن ڪلام ۾ چيل آهي تہ:

هندو مومن هيڪڙو ناهي ويري نہ ڪو وير.

”ٻُڍل سائين“

ٻُڍل سائين جن جي گفتار ۾ خاص قسم جو ميناج هوندو هوءِ طبيعت ۾ پاڻ صلح پسند هئا. درويشي يا فقرائي ڪلام ٻڌڻ سان گهڻي دل هوندي هين. رات جو پوئين پهر ۾ راڳ ويراڳ ٻڌي ڪري گهر ويندا هئا. ڪلاڪن جا ڪلاڪ دلي ۽ يڪتاري تي دردي آلاپون ٻڌندا هئا. سندن فقيرن جو ٽولو رندي ڪلامن ۾ دردي آواز کان اڄ تائين مشهور آهي.

# ٻُڍل سائين جن جو مذهب ۽ طريقو

ٻُڍل سائين جن جو مذهب اسلام طريقو صوفي القادري آهي. پنهنجي دل جو مذهب هن طرح بيان ڪيو اٿئون.

عشق وارن جا پنڌ پراهون اوري دين ايمان ميان،
نه مئن شيعا نه مئن سني نه مئن مسلمان ميان،
عشق ڪري آيو جنگي جلوو، هوش عقل حيران ميان.
"ٻُڍل سائين"

مطلب ته درويش جي دل ۾ هڪ اکر الف جو سمايل هو ۽ سندس ساري باطني هستي نوراني نور سان پرپور آهي. انهيءَ هوندي به عام ڪي هدايت حق پرستي يعني شريعت محمدي ۽ مذهب جي پابندي لاءِ سخت تاڪيد فرمائيندا هئا. ڇوته فقير سالڪ جو ڪم آهي شريعت جي پابندي. ورنه هو راهه سلوڪ تان ٿڙي وڃي ٿو. ٻُڍل سائين جن جي زندگي سالڪي ۽ مستيءَ جي حيرت انگيز ملاوٽ هئي.

سندن هيڪڙائي جو زنده مثال هي آهي جو سڄي دفتر ديوان ۾ ڪنهن مذهب ، مُلن ، شيعن يا سُنين تي ڪنهن به قسم جو حملو ٿيل نه آهي. نه وري اهل بيت اطهر جو نالو ڪنهن به شعر ۾ ڪو بي ادبيءَ سان نالو نه آندو اٿن جئين اڄ ڪلهه جا شاعر چون ٿا.

اهو خاص سندن ظاهري ثُبوت آهي ته شرع محمدي موجب ڪنهن به مذهب يا ڌرم تي حملو ڪرڻ جائز نه آهي.

هَر صُورت دَي وِچ يار آيا، واه دلبر ڪر سينگار آيا.
" ٻُڍل سائين"

# شهنشاه ٻُڍل سائين جن جو دنيا مان برقعو مٽائڻ

ٻُڍل سائين جن ساري حياتيءَ ۾ اهڙي ڪا به وڏي بيماري ڪانه ڪئي.

هڪ ڏينهن هادي سائين جن هڪ مٽ پاڻيءَ جو اُن کي منو ڪرايائون ۽ فرمايائون تہ " هي پاڻي فقراه ۾ ورهايو. پر اهو ورهائي جيڪو هن جاءِ تي ويهندو". پوءِ پنهنجي وڏي فرزند فقير عبدالحڪيم کي گهرائي اُتي ويهاري پاڻ دعا گهريائون تہ" منهنجا مالڪ پاڪ منهنجي اولاد کي ايترو ميناج ۽ نينهن جو نشو ڏي جهڙو هن مٽ ۾ آهي. ۽ پاڻ فرمايائون تہ " سڀني فقراه کي هڪ هڪ پيالو پياريندو وڃ. جيئن هن پاڻي ۾ ميناج آهي تيئن منهنجي فقراه جي پاڻ ۾ ميناج ۽ محبت قيامت تائين قائم رهي". جنهن تي سائين فقير عبدالحڪيم عرض ڪيو تہ" سائين ڪيترا طالب هن وقت موجود نہ آهن". پاڻ فرمايائون تہ " انهن کي مان باطن ۾ محبت جو پيالو پياريو اٿم". پوءِ اهو منو پاڻي فقراه ۾ ورهايو ويو. فقراه کان اها ثابتي ملي تہ انهيءَ ٽائيم تي جو فقراه جتي بہ هيو تہ باطن ۾ منو پيالو پياريو ويو.

وصال وقت پنهنجي پٽن ۽ اولاد کي وصيعت فرمايائون تہ" ننگر قائم رکجو، دُئي ۽ لالچ کان پري پڄجو. هڪ ئي نظر سان مخلوق کي ڏسجو. مسڪينن ۽ محتاجن جي سار سنڀار لهجو. تہ الله سائين ۽ حضور پاڪﷺ جن جي ٽولي ۾ اوهان سُرخرو رهندوءِ.

بُڍل سائين جن ڳالهائيندي سڀني فقراه کان موڪلائي هن فاني دنيا مان سال 12 اڪٽوبر 1939 ع بمطابق 1358هجري مهيني شعبان جي 27 تاريخ خميس ڏينهن جمع رات برقعو مٽائي دارالبقا طرف روانا ٿي ويا.

# بُڍل سائين جن جون ڪجهہ ڪرامتون

هڪ ڏيهاڙي سائين فقير عبدالحڪيم جن ڳالهہ ڪئي تہ "رات جو پنهنجي بستري تي سمهل هوس تہ اوچتو منهنجيون اکيون کليون. ڇا ڏسان تہ ساري جاءِ روشن آهي ۽ هُو هُو جو آواز پيو اچي. بستري کان اٿي ڏٺم تہ بُڍل سائين جن جنهن جاءِ ۾ رهندا هئا اتان نور جي روشني وانگر هڪ ٻئي پٺيان روشنيءَ جا اُولا نظر آيا. جڏهن ان ڪوٺيءَ جي پرسان پهتس تہ بادشاه بُڍل سائين بستري تي آرامي آهن. دم جي ڪٽڻ سان هر هڪ دم جي پٺيان نوراني روشني جا اولا جاري آهن." هي هو سندن آرام.

# پهرين روايت

نصير فقير ڳالهہ ڪئي تہ مان سائين جن کي عرض ڪيو تہ ”هي جو هزارين خلق اوهان جي ديدار لاءِ منتظر آهي. ان ۾ ڪهڙو راز آهي. اسان تہ آچ ڏينهن تائين ڪجهہ بہ نہ ڏٺو آهي.“ سائين ٻيدل جن فرمايو تہ ” ادا، ڪڏهن نہ ڪڏهن ڏسندين.“ ڪجهہ ڏينهن گذرڻ بعد اسرُ جي وقت ٻُيدل سائين جن نصير فقير کي حڪم ڪيائون تہ ” ادا، ڪوٺڙو پري اچ.“ جڏهن نصير فقير ڪوٺڙو پري واپس موٽيو تہ هادي سائين جن ظاهري صورت بدلائي اصلي صورت ۾ ٿي وينا. ٻُيدل سائين مان نڪرندڙ روشنيءَ سان ساري جاءِ پرپور روشن ٿي پئي. جڏهن نصير فقير جي نظر انهيءَ نور تي پهتي تڏهن هو بيهوش ٿي ڪري پيو.

تجلي ويکهہ ڪي موسىٰ رهيا مدهوش مستي سي،
شعاع شمع ڪي اوپر پلٽ پروان آيا هي،
”سچل سائين“

جڏهن انهيءَ نوراني پرتوَ جو تاب حضرت موسىٰ عليہ السلام جهڙي مرد کي بيهوش ڪري ڇڏيو تہ نصير فقير ويچاري کي ڪهڙي طاقت آهي جو هوش ۾ رهندو. صبح جو نصير فقير جڏهن هوش آيو تہ ٻُيدل سائين ان فقير کي چيو تہ ” اسان وٽ اهائي ملڪيت آهي. جنهن لاءِ ماڻهو حيران آهن.“ پاڻ سائين جن هڪ شعر ۾ فرمايو اٿن تہ.

دلبر ساڏي ديري آيا عشق ڪيا آواز اتي،
نوري نين حضوري چايس رمزن لايا راز اتي،
جن ملائڪ حوران پريون ماڻهو ٿيا مشتاق اتي،
شمس قمر تاري ڪتيان ڀهون ڇپاون تاب اتي،
مور مرنگهہ ٻيا سهسين پکي نوڙي ڪن پيا ناز اتي،
رمز لڳي دل راضي پازي تاڙيون ڪليا طاق اتي،
صحيح ٻيدل پڙهہ ياد هميشہ ڪلمہ محمد پاڪ اتي،
” ٻُيدل سائين“

## ٻين روايت

مولوي گل محمد بروهي وينل ناڙي بلوچستان ڳالھ ڪيائين ته هڪ دفعي سائين جن جي حضور ۾ ڪلام پئي ڇيائون ته...

الف اندر ۾ ڪيو اجارو اپريو سچ حقيقت وارو،
ٿيا نسورو نور، عاشق محبت ۾ مخمور
" ٻُڍل سائين"

جڏهن اهوڪلام ٻڌو ته ٻُڍل سائين جن کي عرض ته " قبلا! اهو حقيقت جو سچ ڪهڙو آهي. پاڻ فرمايائون ته" مولوي صاحب ڪڏهن نه ڪڏهن ڏسندين."

هڪ رات ڇا ڏسان ته سچ اپريو بينو آهي سارو ملڪ روشن ڏسڻ ۾ پئي آيو. پر اندر جاين ۾ به اهڙي روشني آهي. وٽن ۾ جاين جو پاڇو به ڪو نه هجي. سوجهرو ئي سوجهروهو. مان سمجهيم ته سچ اپريو آهي ۽ رات گذري وئي آهي. وضو ڪري قرآن پاڪ جي تلاوت ڪرڻ وينس. تلاوت پوري ڪري اٿيس. ان ڪان پوءِ ماڪو فقير ٻُڍل سائين جن جي مال جي رکوالي ڪندو هو .ان کي وڃي اٿاريم ته " سج اپري ويو آهي. ڪير ڍَهي دروازي تي پهچاءِ." اهڙي طرح درگاه تي رهندڙ ٻين فقيرن کي به اٿاريم ته " ڇا ٿيو آهي. اٿو جو اجان ننڊ پيا آهيو. سج اپري ويو آهي. گهڻي گوڙ ۽ شور ڪرڻ ڪان بعد ڏسان ته سج ته آهي ئي ڪو نه. رات آهي آسمان ۾ تارا بينا آهن. اهو ڏسي ڏاڍو حيران ٿيس. صبح جو جڏهن هادي سائين جن اچي تخت تي وينا ۽ پاڻ فرمايائون ته رات جيڪوڪجھ ڏٺئہ اهو اٿي حقيقت وارو سچ. جيڪو تو ڏٺو." مون عرض ڪيو ته " برابر قبلا ڏٺم."
پاڻ وڌيڪ فرمايائون ته " مولوي صاحب جيڪڏهن اهو راز فاش نه ڪريو ها ته اها روشني قيامت تائين ڏسندو رهين ها.

## ٽين روايت

بچل فقير جيڪو پاڻ درگاه جي فقيرن مان هو. هڪ دفعي چيو ته "هڪ مائي سوال ڪٺي آئي. جنهن اچي هادي سائين جن جي حضور ۾ عرض ڪيو ته" سائين مان رُڪن جي پر ۾ وينل آهيان. منهنجو ڏهن ٻارهن ورهين جو پُٽ گم ٿي ويو آهي. جنهن کي ٻارهن مهينا ٿيندا. الله جي نالي تي مونکي

پنهنجو پٽ لهي ڏي. جيسين نہ لهي ڏيندوءِ تيسين نہ ويندس.“ ڪيترن ڏينهن ڪان مائي سوال ڪندي رهي.

هڪ ڏينهن هادي سائين تڙ ڪرڻ لاءِ ميٽ جسم مبارڪ کي لايون وينا هئا تہ مائيءَ اچي ڪين ڏاڍو ستايو. جنهن تي بُيدل سائين مائي کي فرمايو تہ” درگاه کان ٻاهران جهنگل ۾ ڏس. متان ڪاٿهين تنهنجو پٽ ليپي وجي.“ سندن فرمان موجب مائي ٻاهر نڪري جهنگ جي طرف کان ڏسي تہ سندس پٽ وانڱڙن وانگر هيڏي هوڏي بينو نهاري. پنهنجي ماءُ کي ڏسي ساڻس اچي مليو. ماءُ پڇيس تہ ” ڪاٿي هئين.“ سندس پٽ چيو تہ ” مان رلندو پنندو وڃي لاهور ۾ پهتس اتي اوچتو هڪڙو فقير جنهنجي جسم تي ميٽ ٿڦيل هو تنهن منهنجي ٻانهن ۾ هٿ وجهي هت اچي ڇڏيو آهي. هي سندس ميٽ واري هٿ لڳڻ جو ڏوري تي نشان اٿم.“ مائي چيس تہ ” اهو فقير سڃاڻيدين؟“ ڇوڪري وراڻيو تہ ” هائو سڃاڻندس.“

ڇوڪري کي وٺي هاديءَ سائين جن جي حضور آندائين. پري کان ڏسي ڇوڪري چيو تہ ” هي اهو فقير آهي جنهن مونکي هت آندو آهي.“

# چوٿين روايت

بچل فقير ڳالهہ ڪئي تہ هڪڙي رات درگاه واري بنگلي ۾ هادي سائين جن سان ڪوٺيءَ ۾ وينا هئاسون تہ اوچتو بيدل سائين جن ڪٺ تان اٿي دروازه جي چائٺ تي پير رکي، هٿ جو اشارو ڪري ۽ وري اچي کٽ تي وينا. ٿوري دير بعد وري بہ ساڳيءَ طرح ڪيائون. جنهن تي بچل فقير عرض ڪيو تہ ” سائين هي ڪهڙو راز آهي؟“

بُيدل سائين جن فرمايو تہ” هن وقت ڪوئٽہ ۾ زلزلو ٿي رهيو آهي. منهنجو طالب يعقوب فقير بروهي مڇ جو وينل هن وقت ڪوئٽہ ۾ ترسيل هو. ان کي شهر کان ٻاهر ڪيي زلزلي کان بچايم.“ ڪجهہ ڏينهن گذرڻ بعد يعقوب فقير درگاه تي آيو. ڪانئس پڇا ڪئي ويئي. جنهن حقيقت ٻڌائي تہ ”ڪوئٽہ ۾ ننڊ پيو هوس تہ ڪنهن شخص اتان ڪڍي شهر کان ٻاهر جبل تي پهچايو. مان اتان اٿي وري شهر ڏانهن هلڻ جي ڪوشش ڪيم. وري هٿ وجهي مونکي فرمايائون تہ مان تنهنجو مرشد آهيان ان لاءِ تو کي بچايان ٿو.“

# پنجين روايت

بچل فقير ڳالھہ ڪئي تہ ھڪ فقير ذات جو بڪيجہ لڳ ڪوٽ سلطان جي وينل سائين جن جو مريد ھو اھو حج مبارڪ تي ويو ھو. حج تان موٽي اچڻ بعد درگاھ تي گھمڻ آيو ۽ اچي حضور جن جي قدم بوسي ڪئي. ۽ سائين جن کي عرض ڪيائين تہ قبلہ رھبر سائين! اوھان گھڻا حج ڪيا آھن. انھيءَ تي پاڻ فرمايائون تہ مان اتي وينو آھيان ۽ ڪڏھن بہ حج تي ڪونہ ويو آھيان. جنھن تي ان شخص عرض ڪيو تہ سائين حج ڪرڻ وقت ڪعبہ کي طواف ڪندي مون اوھان کي روبرو ڏٺو تہ اوھان بہ حاجين سان گڏ طواف پئي ڪيو.

# ڇھين روايت

ھڪ مائي نالي جيئندي ذات پٽا وينل شڪارپور جي فقير سائين جن جي واقف ۽ درگاھ تي ايندڙ ھئي. اھا مائي حج تي وئي ۽ ست سال اتي رھي پئي. ست سالن کان بعد ھوءَ وطن واپس آئي. ۽ ھادي سائين جن وٽ ملڻ لاءِ آئي. قدم بوسي بعد ھُن عرض ڪيو تہ سائين مون ھر ھڪ حج تي ڪعبتہ الله ۾ ھميشہ اوھان کي پئي ڏٺو ۽ روضہ پاڪ ۾ ھر جمع تي اوھان جو ديدار ٿيندو ھيو. جنھن تي تي رھبر سائين جن فرمايو مان تہ حج تي ڪونہ ويو آھيان. جنھن تي مائي حاجياڻي کي جوش آيو. ۽ چوڻ لڳي تہ مان ست ورھہ اوھان کي بيت الله ۾ ھر جمع تي روضي اطھر ۾ ڏسندي ھيس...ڇا مان ڪوڙ ٿي ھڻان؟ جنھن تي پاڻ فرمايائون تہ مائي اھو راز فاش نہ ڪر. انھن ڳالھہ کي پاڻ وٽ رک. اھڙيون ڪيتريون حج تي ويندڙن حاجين ثابتيون ڏنيون.

# ستين روايت

يعقوب فقير ڳالھہ ڪئي تہ جنھن وقت ٻيل سائين جن جي ڪرامات جي دنيا جي جھان جو ظھور ٿيو. عام طرح ماڻھن اوھان ڏي وجوع ڪرڻ شروع ڪيو. ان وقت ڪن ماڻھن کي تعصب ٿيو تہ انھيءَ فقير کي ھلي قتل ڪري اچئون. انھيءَ ارادي سان ھڪڙي ڏينھن ٻہ ماڻھو ھادي سائين جن جي ڪچھريءَ ۾ آيا. فقير سائين جن انھن ماڻھن جو آدر ڀاءُ ڪيو. ۽ يعقوب فقير کي چيائون تہ ڪونئرو ڪڻ تہ ٻاھر ھلئون. ۽ انھيءَ ٻنھن ماڻھن کي بہ چيائون تہ تہ ھلو تہ ٻاھر چڪر ھڻي اچئون. پوءِ جھنگ ڏانھن روانا ٿيا. جڏھن جھنگ ۾ پھتا تہ يعقوب فقير کان ڪونئرو وني پاڻ انھن کان جدا ٿي ڪنھن وڻ جي اوٽ اولي ۾ وجي وينا. انھن ماڻھن ڏٺو تہ ھينئر فقير کي قتل ڪرڻ جو نادر موقعو آھي. سو پاسو وني ان جاءِ ڏانھن روانا ٿيا. اجا اچي ڏسن تہ فقير صاحب جن جو جسم مبارڪ ست ٽڪر ٿيو پيو آھي. اھو حال ڏسي عبرت ۾ پئجي پوئتي موٽي اچي يعقوب فقير سان بيٺا.

پوءِ گھڻي دير بعد پاڻ واپس آيا. انهن ماڻهن کي پاڻ فرمايائون ته اوهان جنهن مقصد لاءِ هتي آيا آهيو اهو پورو ڪيو. جنهن تي انهن ورندي ڏني ته اسان کي خدا واسطي معافي ڏيو.

جنهن تي فقير صاحب جن فرمايو آهي:

رڳ رڳ اندر ڏي ريلا لڳڙا بره سا ميلا
آيا دم دم ڪسڻ دا ويلا وجي گھور ساڻ گھايو
”ٻيدل سائين“

## اٺين روايت

فقير صاحب جن سئو ورهيه جي اندر ٻاهر جا هيا. پيرسن جي ضعيفي جي ڪري تڪليف اچڻ ڪان فقراه پيار وچان هادي سائين جن کي درگاه ڪان حويلي جي دروازي تي ۽ حويليءَ جي دروازي ڪان درگاه تائين کٽ تي آڻيندا ۽ پهچائيندا هئا.
هڪ ڏينهن دستور موجب جيئن جو چار فقير کٽ کي کڻڻ لڳا تي کٽ کٽي نه سگھيا. ان بعد ٻين فقيرن کي سڏيندا ويا ته جيئن هو کٽ کڻڻ ۾ مدد ڪري سگھن. تان جو آهستي آهستي جيڪو ٻه فقراه چاليهه پنجاهه جڻا هيا. سي ٻه کٽ کٽي نه سگھيا. تنهن تي فقير صاحب جن کلي فرمايو ته ” ابا نٺا کٽي سگھو چا؟ چڱو پلا هاڻي کڻو.“ پوءِ دستور موجب چار جڻا کٽ کٽي حويلي جي دروازي تي پهچائي آيا. جنهن تي فقير صاحب جن پاڻ هڪ ڪلام ۾ فرمايو اٿن ته:

باري بار بره جو آيو بسم الله ڪري سر تي چاتم
آيا نينهن نواب.....
”ٻيدل سائين“

# نائين روايت

ميان داد فقير ڳالهه ڪئي تہ رهبر سائين جن پنهنجي زبان مبارڪ سان فرمايو تہ ”ميان داد، اسان ڪنهن طالب کي گهر ڪريون تہ هزار ڪوهن جي فاصلي تان باطني راز سان گهرائي عشق وحدت جي عنايت ڪري سگهون ٿا. جنهن کي نہ گهرئون تہ درگاهہ شريف تي آيل ماڻهوءَ کي بہ اهڙا وسوسا دل ۾ وجهي عشق وحدت جي راز کان محروم ڪري سگهون ٿا.“

مَنْ يَهْدِ اللَّهُ فَلا مُضِلَّ لَهُ ، وَمَنْ يُضْلِلْ فَلا هَادِيَ لَهُ

جنهن کي اسين گهريو آهي ۽ گهرندا سون اهو هن محبت جي ميدان ۾ اچي عشق الاهيءَ جو طالب ٿيندو ۽ عشق الاهيءَ جو ونڊ وٺندو.

عشق اول درد دل معشوق پيدا مي شود
گرنہ سوزد شمع تا پروان شيدا ڪئي شود

”شيخ سعدي“

اهڙي طرح اچ تائين ڏٺو ويو آهي من ۾ طلب رکي ڪيترا ماڻهو پري اوري کان اچن ٿا تہ ڪن سان عشق وحدت جي پلائي ٿيندي رهي ٿي ۽ ڪي جهڙا اچن ٿا تهڙا واپس وڃن ٿا.

جنهن مان ثابت ٿئي ٿو تہ سواءِ گُهر جي عشق وحدت جي پلائي ۽ عنايت ٿي نٿي سگهي بيشڪ ڪي ڪامل قلندرن ۽ قطبن جي اهي ڪم آهن بيو ائين نہ ٿو ڪري . باقي عاشقن جو درجو انهن سيني کان اڳاهون ۽ اعليٰ آهي ڇو تہ جن پنهنجو سر سجاتو اهي سڀ ڪجهہ ڪري سگهن ٿا. جنهن تي هادي سائين عنايت ڪري اهي هي روحاني منزل ماڻيندا آهن.

جي سڄاڻين پاڻ کي ساڳي آهين سلطان تون
عبد جو اولو ڪري آئين ٿي انسان تون
”بيدل سائين“

حديث: من عرف نفسہ فقد عرف ربہ

حديث: من لهل مولا فل هل ڪل

# ڏهين روايت

هڪ دفعي جي ڳالهه آهي ته ميان داد فقير حضور اقدس ۾ عرض ڪيو ته ”مالڪ سائين، طالبن تي عشق وحدت جي عنايت ڪريو.“ پاڻ فرمايائون ته ” عشق وحدت جي پلائي سپ ڪنهن طالب سان نه ٿيندي آهي. جيستائين طالب ۾ عادتون ۽ دلي گهُر پيدا نه ٿيندي. پر جي پلائي ڪريان ته ساري جهان سان پلائي ڪري سگهان ٿو. جنهن وقت اها جزبات پيدا ٿيندي آهي ته هڪدم پلائي ڪندو آهيان. ۽ جي پلائي ڪندو آهيان ته ان جي عيب ثواب ڏانهن به نه ڏسندو آهيان. راضي به خسيس نقطي تي ٿيندو آهي ۽ ناراض به معمولي ڳالهه تي ٿيندو آهيان. ڪنهن جي سفارش ڪي نه ڏسندو آهيان. پر جنهن سان باجهه ڪيان ته پنهنجي وس ۾ آهي.“

# ٻيڊل فقير (ڪريم بخش خالد)

وَرِيو اُمت جو وارو، آيو نبي سونهارو،
سونهن سوپارو.
_ در در خوشيون، خير جو ٽيڙا،
گهٽيءَ گهٽيءَ گلزارو.
_ ملڪ ساري ۾ ٿيو مشهوري،
نورَ جنهين جي جو نعرو.
_ صدقي صدقي ساهه سڄڻ توُن،
سر گهوري نِيندس سارو.
_ روح 'ٻيڊل' جي ڪي ٿي روشنائي،
ويو اندر جو تہ اَنڌارو.

هيءُ روح ريجهائيندڙ ڪلام، جنهن ۾ سرور عالم، نبي آخر زمان رسول رحمت ﷺ جي آمد جو ذڪر آهي ۽ اُن جي نتيجي طور، در در خوشيون ۽ خير، نور جا نرمل نظارا ۽ نينهن جا نعرا ڏسڻ پسڻ ۾ آيا، ٻيڊل فقير جو آهي، جنهن ڪي عام طور "ٻيڙو فقير" چوندا آهن. جن ماڻهن ڪيس زندگيءَ ۾ ڏٺو، تن پلي پيٽ ڄاتو تہ هو ويراڳ ۽ تانگهہ جي تپش ۾ پڪل، سگهو ۽ سونهارو درويش هو، جنهن ازلي آلاپن جي ذريعي انسانن کي الست جو وساريل ورق ياد ٿي ڏياريو.

شڪارپور ۽ سلطان ڪوٽ جي شاهاڻين شهرن جي وچ تي، چوئي شاخ جي ساڄي ڪپ سان آباد بخشي اُنڙ جي ڳوٺ ۾، سال 1865ع ۾ فقير عبدالواسع جي گهر، هڪ نينگر ڄايو. سالن کان اولاد جي اوسات تہ ختم ٿيس، پر عبدالواسع کي اها ڄاڻ نہ هئي تہ سندس نينگر سڄي ڄمار عشق الاهيءَ جا جام پيئڻ جي باوجود، اُڃيو ۽ اوساڻيل ئي رهندو. خود کان بي خبر، مستانن جيان واٽن تي رهندڙ، جهنگ جاليندڙ، رنگ ڍنگ ۾ نرالو، ڳالهہ ٻولهہ ۾ بانولو، ٻيڊل پنهنجي اباڻي ڪرت ۾ لڳي ويو. ڍورن جو ڏنار، ڪلهي تي يڪتارو رکي، ياد ڪرڻ لڳو پنهنجو يار- چيائين:

سِگهڙو موٽج يار، توکي وينا ساريون.

"فذڪُروني اذڪُر ڪُم" جو عملي تفسير ترت سامهون آيو بندو گهري ۽ بنده نواز نہ ڏي- اِهوالله جي سنت کان گهڻو بعيد آهي، وهمن وسوسن ۾ قاتل مائٽن کنهن آسيب جو واسو سمجهي، سُتين ڦڪين، جهاڙن ۽ تعويذن سان، سندس تن جي تات ۽ من جي لات کي ماٺو ڪرڻ چاهيو: پر

اها درد جي دونهين، چت جي چٽنگ، عشق جي اُلن ۾ تبديل ٿيندي رهي- سندس شروعاتي زندگي مجذوبيءَ ۾ مستيءَ جي حالت ۾ گذري، ڪنهن مٺيا واري مرد جي ضرورت هئي جيڪو قلب جي قوت ڪي محبت جي ماهيي سان اڪسير بڻائي؛ دکي دلين جي درمان دور ڪري ۽ آتسِ عشق سان ڪدورت ۽ نفرت ڪي ساڙي، سِيتل سڪ سان سيني ڪي سيراب ڪري. اهو مٽيادار مرد، پير سائين حزب الله شاهه راشدي پير پاڳارو هو. سندس خاندان مان ميان علي سرور شاهه، هڪ لڳا ٻيڙي فقير جي ڳوٺ آيو. سندس دردي آلاپ ٻڌي، پنهنجي هڪ مريد، فقير فريد کي حڪم ڏنائين ته درگاهه تي وٺي اچوس. حضرت پير پاڳاري ٻيڙي سائين کي ڏسي، پريان ئي هڪل ڪئي ته اِهو روهڙي وارو 'بيدل' فقير ته ناهي؟ بهرحال ويجهي اچڻ سان، ٻيدل رنگّجي ويو. پير پاڳاري ميان حزب الله شاهه فرمايو ته "ٿانو سنو آهي، صرف سنباڻ جي دير اٿس."

وجود جي ورق ڌوئڻ يعني نفس جي تزڪيه لاءِ، ذڪر الاهيءَ جي ضرورت آهي. دل هڪ ظرف آهي، جنهن جي مير ۽ ڪَٽ جي ڪَس ڪي صاف ڪرڻ لازمي آهي، انهيءَڪري صوفياڻيءَ شاعريءَ ۾ دل يعني قلب جو بيان گهڻو اچي ٿو. دل ڪي ٿانوَ سان تشبيهه، بيدل فقير به ڏني آهي. هڪ طالب وٽس گهڻو وقت رهيو، پر ڪيس پلئه ڪجهه نه پيو، سو بيدل سائين ڪان چٺي وٺي، مخدوم محمد اسماعيلؒ پريالوءِ وٽ ويو. فقير لکيو هو ته سالڪ وٽ ڪو ٿانوَ ئي ڪونهي، جنهن ۾ ڪجهه اوتي. مخدوم صاحب چٺي پڙهي، طالب تي نظر ڪئي، ڪيس ٻڌايو ته جيڪي ڪجهه سندس قسمت ۾ هو، سو ڪيس ملي چڪو آهي. ٻه لفظ بيدل سائين لاءِ به لکي ڏنائينس. چي: جنهن کي ڪجهه ڏبو آهي، اُن لاءِ ٿانو جو بندوبست به ڪبو آهي.

سائين حزب الله شاهه به ٻيڙي کي ٻلواڻ بنائي ڇڏيو. هڪ ئي نظر ۾ نينهن جو نظارو ٿي ويو. سندس هنيون حڪمت ۽ معرفت جو ماڻ ٻٽجي پيو ۽ دل دوئيءَ جي دلدل کان وانجهي ٿي ويئي. ڪسبي علم جي ضرورت نه رهي ۽ عشق جا آلاپ، جالاري جَر جيان جاري ٿي ويا.

ٻيڙو فقير بنيادي طور ڪافيءَ جو شاعر آهي. هن سنڌي اساسي شاعريءَ جي روايت کي بحال ڪيو ۽ نيم ڪلاسيڪي داستانن جهڙوڪ سسئي، مارئي ۽ سورٺ ۽ پنجابي قصي هير رانجهي کي ڳايو. عارفانه موضوعن تي، سندس بيت ۽ ڏوهيڙا، شاهه ڀٽائي ۽ سچل سائين جي رنگ ۾ رنگيل آهن.

سچل سائين جو هڪ مشهور ڪلام آهي:

چوڙ گمان گدائي دا، شملا چا ٻَڌ شاهي دا.

ٻُڍڙي فقير بہ انهيءَ زمين ۾ ڪافي چئي آهي.
دنيا چوڙ تہ دلبر ويڪين، آهين نُور الاهي دا
تو ۾ آهي ذات ظهورو، شملا چا ٻڌ شاهي دا
_وحدت دي وچ گم تيءُ ’غازي‘ مکڙا ويکين ماهيي دا
_هِت هُت عاشقن موجان ماڻين، پي پيالا بقائي دا
_عشق ’ٻيل‘ اوکي باري، سَودا ڪري صفائي دا

اهڙي طرح سندس ٻين همعصرن جهڙوڪ مولوي عبدالغفور ’مفتون‘، همايوني ۽ فقير رکيل شاهہ جي ڪلامن جون ڪڙيون ٻڍي فقير جي رسالي ۾ سندس پنهنجي رنگ ۾ لکيل سان روشن اچن ٿيون- مثلاً

جن انسان ملڪ حوران ديو پريون
تجلي تاب تُنهنجي چوري ڪيون سي چَريون
ڪُنيون قرب تنهنجي، ڪيون ذوق ذريون
موهي ملڪ سارو، تو مستان ڪيو...
... تنهنجي حُسن سَجڻ حيران ڪيو.

جوڳي جي تمثيل سان، هُن ’حقيقت محمدي‘ جو اظهار ڪندي چيو آهي:

جوڳي آدم ڪَنُون اڳي جو هيڙا
سج چنڊا تارا پوءِ پيدا ٿيڙا
آدم پوءِ بنايا ڙي-
هِت مسافر آيا ڙي!

معراج جي واقعي کي جانب جو جمال ۽ رب جو راز چيو اٿس:

سيد تي راز ٿيو رب جو، ويو معراج تي جاني،
نَڪو سِج هو، نڪو چنڊ هو، نکي ڪتيون نکي تارا،
هُيو آدم کون بہ اڳهين، نبيءَ جو نور نوراني.

فقير صاحب جو رسالو ٻہ دفعا ڇپيو آهي. ان ۾ ڏوهيڙا، بيت، سسئي جي ڏاڪڙي جا ٽيهہ ڏينهن ۽ 178 ڪافيون آهن، جيڪي سادي سلوڻي زبان ۽ ليءِ جي ڪري، گهڻي تاثر ۽ درد وارو صوفياڻو ڪلام آهي. مختصر ٻول، پنهنجي سادگيءَ سببان، فقير صاحب جي خلوص، محبت ۽ پلائيءَ جي پندار جي گواهي ڏين ٿا. 19 ڪافين ۾ نبي سڳوري جي نعت آيل آهي، جيتوڻيڪ سندس سمورو ڪلام گهڻو ڪري، آنحضرت ﷺ جن جي محبت سان پريل آهي ۽ هنڌين ماڳين رسول ڪريم ﷺ جي ذات اقدس ڏانهن قربائتا ۽ سِڪ ڀريا اشارا ٿيل آهن. غزل ۽ ڪافي جي گهاڙيٽي ۾ نعت چوڻ ڪا اعتراض جوڳي ڳالهہ ناهي، البت بعض اوقات نعت جو تقدس مجروح ٿئي ٿو، ڇو تہ نعت جو 'محبوب' پنهنجي شان ۽ صفتن ۾ گهڻو اعليٰ ۽ ارفع آهي، غزل ۽ ڪافي جي محبت جي پيٽ ۾، ۽ ٻيڙي فقير جو ڪلام انهيءَ عيب کان آجو ناهي. بهرحال، ٻيدل فقير جي رسالي ۾، نبي اڪرم ﷺ جي آمد سببان بي پايان خوشي ۽ اٿاهہ آس جو اظهار مِلي ٿو ۽ وڇوڙي ۽ فرقت سببان فراق جا عاشقي آلاپ، پاڻ ڪريم ﷺ جن کي 'ڪارٽي' بدران 'ضامن' چئي، ٻيدل فقير پنهنجي دل اطمينان ۽ موچاري آخرت جي يقين جو هن طرح بيان ڪيو آهي:

سيد آٽي پار پُهچايو
جيڏيون جانب پلي ڪري آيو.
آهي اسان نُون خوف نہ ڪوئي
پڙهيو ڪلمو، ويو ڪُفر سَيوئي
محمد ﷺ ضامن آهي سيد سوئي
سرتاج ٿي سمايو- سيد آٽي پار پُهچايو.
رڳان 'ٻيدل' جون تن جون تاران
الف ميم پڙهن اختياران
وچ سيني دي، ٿيا باغ بهاران
گلن جوڙ بنايو- جيڏون جانب پلي ڪري آيو.

ٻيدل فقير 26 سالن جي عمر ۾ شادي ڪئي. ٽي پٽ ۽ ٻہ نياڻيون ٿيس. آخري عمر ۾ سچي سالڪ جيان گوشہ نشيني ۾ وقت گذاريائين. جيئن عمر وڌيس، تيئن قادر ڏانهن وڌيڪ لڙيو، سرير ڍلو ٿيندو ويس ۽ اکين جي ظاهري روشني بہ موڪلائي ويس- وچون پٽ مَست مُقيم، جيڪو سندس راز محرم دوست بہ هو، تنهن جي ناگهاني وفات، ويتر جند جهوري وڌس. سانت ۽ سڪون، تنهائي ۽ ذڪر الاهي جي عالم ۾، 27 شعبان 1358هہ مطابق 12 آڪٽوبر 1939ع ۾ خميس جي ڏينهن وفات ڪيائين. 'طالب المولیٰ فقير صاحب تارڪ الدنيا' مان اهائي تاريخ نڪري ٿي.

# سنڌ جو تصوف ۽ پڊل فقير (پير علي محمد راشدي)

سنڌ جي حق ۾ تصوف يا صوفي سلسلو باعث رحمت هو يا باعث زحمت، ان جو فيصلو هن وقت ڪرڻ مشڪل آهي. ڪن جو خيال آهي تہ تصوف جي سيلاب ۾ وهي وڃڻ سبب، سنڌين ڪي پنهنجي ديس جي سياسي آزادي ۽ اقتصادي ترقيءَ جو ڪو اونو ڪونہ رهيو. جنهن ۾ رهزن سنڌ تي ڪاهيو، ڪامياب ٿيو. درگاهون ۽ آستانا آباد، مگر سنڌ باقي هر معاملي ۾ بربادي ٿيندي ويئي. ان ۾ ڪو شڪ ڪونہ آهي تہ تصوف جو ڪيف انسان کي دنيا کان ڇني هڪ اهڙي رستي تي وجهي ٿو، جنهن جي انتها وجيو عالم بالا ۾ ٿئي. ان ڪانسواءِ ان جي وسيلي انفراديت کي تقويت پهچي ٿي ۽ اجتماعي زندگيءَ ۾ ڪمزوري واقع ٿئي ٿي. هر شخص پيو پنهنجي آخرت ۽ اڳيئين جهان کي موچاري بڻائڻ جي ڪوشش ڪندو. روحاني پِڪ جو پيالو وڏيڪ پي وينو، تہ مورڳو تارڪ الدنيا ٿي وڃي جهنگ وسائيندو.

ڪلهين ڦاٽو ڪنجرو، ۽ پيرن اگهاڙو
منهنجو ڪجاڙو، پينر هن پنيور ۾؟

جنهن "پنيور" جا بهترين ماڻهو دنيا کان تارڪ ٿي ويندا، ان پنيور جو دنيوي ڪاروبار ڪير هلائيندو ۽ اهو خود ڪنهن جي حوالي ٿيندو؟ تصوف جي راهہ تي قدم رکڻ کان پوءِ دنيا ۽ آخرت جي معاملن ۾ پورو تناسب قائم رکيو اچڻ، هر ڪنهن ماڻهوءَ جو ڪم نہ آهي. اهو تناسب ۽ توازن فقط اهي چند بزرگ رکي سگهن ٿا، جن جو مقام عام سطح کان بالا آهي ۽ اهڙا گهٽا ماڻهو هر سمي ۾ پيدا ٿين ٿا؟

تنهنڪري، گهڻن مفڪرن جو اهو خيال آهي تہ سنڌ جي اجتماعي ۽ خاص طرح سان سياسي زندگيءَ کي غير متوازن ۽ عوامي قسم جي تصوف وگهي گهڻو نقصان پئي پهتو آهي.

پر ان جي اها معنيٰ نہ آهي تہ اهو نقصان فائدي کان قطعاً خالي پئي رهيو آهي. مثلاً تصوف جي طفيل، سنڌ اندر، اوائلي زماني ۾، هندن ۽ مسلمانن جي زندگي ۾ ڪنهن حد تائين يڪرنگي پيدا ٿي وئي هئي. مسلمان بزرگن جا هندو مريد ٿيا، ۽ ڪيترن هندو سنتن جا معتقد مسلمان هوندا هئا. ان سلسلي اهڙي حد تائين ترقي ڪئي جو بيشمار هندو گهرن ۾ قرآن پاڪ جي تلاوت ٿيندي رهي

۽ ڪيترن مسلمانن شوق سان گيتا جو اڀياس ڪيو. پوئين زماني ۾، جيڪڏهن سياسي حالتون غلط پلٽو نہ کائين ها، ۽ هندن ۾ ملڪ گيريءَ جي هَوس پيدا نہ ٿئي ها، تہ شايد صوفي بزرگن جي ان پوکيل ٻج مان سنڌي قوميت جو ڪو شاندار وڻ نمودار ٿئي ها. اهو تہ مون پاڻ بہ ڏٺو تہ راڄوٽي فيصلن ۾ هندو قرآن مجيد جي قسم کڻڻ کان پوءِ هرگز ڪوڙ نہ ڳالهائيندا هئا ۽ نہ وري مسلمان ئي ڪوڙ تي ”گيتا“ کي مٿي ڏيڻ لاءِ تيار ٿيندا هئا.

ان طرح جي خيال مان ٻيو اهو فائدو حاصل ٿيو تہ، سنڌ جي لٽريچر کي گهٽي هٿي ملي ويئي. جنهن بہ بزرگ تي اها روحاني ڪيفيت طاري ٿي، سندس دماغ ۽ زبان هڪدم کُلي پيا. درد پريا ڏوهيڙا چوندو، سوز ڀريل ڪافيون ٺاهيندو، ۽ جيڪڏهن اظهار جي انهن طريقن مان بہ تسڪين حاصل نہ ٿيس تہ يڪتارو هٿ ۾ کڻي ميدان ۾ نڪري پوندو- پاڻ بہ بيتاب رهندو، دنيا کي بہ بيتاب ڪندو ويندو. گهڻن درويشن تہ اڪتفا فقط ان يڪتاري تي بہ نہ ڪئي، پيرن ۾ چيريون ۽ هٿن ۾ گهنگهرو ٻڌائون- جنهن محفل ۾ داخل ٿيا، محشر مچائي ڇڏيائون!

سچل سرمست، مصري شاهہ، خير محمد فقير هيسباڻي ۽ ٻيا بزرگ اسان جي سانيڀ کان اڳ ٿي گذري هئا. منهنجي ڏينهن ۾ اجا بہ درويش زندهہ ۽ خاص طرح مشهور هوندا هئا: محمد فقير کٽياڻ حيدرآباد پاسي، ۽ ٻيڙو فقير شڪارپور طرف.

ٻيڙو فقير، جنهن کي ”ٻيدل سائين“ بہ چوندا هئا، شڪارپور کان پنجن ميلن جي فاصلي تي، بخشي انڙ جي ڳوٺ ۾ رهندو هو. وڏي عمر کي رسي، 12 آڪٽوبر، 1939ع ۾ وفات ڪيائين. سندس والد جو نالو ميان عبدالواسع صاحب هو.

ٻيڙي فقير کي ننڍڙي کان ئي ”لَنوَ“ ۾ ڪا ”لغار“ لڳل هئي. ڍورن چاريندي، پَسڻ تي ويو هوس. هڪ ڏينهن، ذوق جي انتهائي غلبي ۾، سندس واتان هيءَ ڪافي نڪتي (جا سندس ڀهرين ڪافي چوڻ ۾ اچي ٿي):

سگهو موٽج يار، توکي وينا ساريون!
پويون بند هوس:
عشق ”ٻيدل“ کي هو ٻنڌڻ لاڱون،
منهڙو ڍڪين ٿو ڇو محب اسان کئون،
روح رَتو آ تن هي توهان کئون،
دم نہ ٿجانءِ تون ڏار، توڏي ٿا نهاريون!

چون ٿا تہ ڪافي چوندي، غش ڪائي ڪِري پيو. گھر- ياتين سمجھيو تہ ڪنهن جن ڀوت جو پاڇو پيو اٿس. دعائون ۽ ساٽ سوڻ شروع ڪيائون، پر بزرگ اڳ ۾ ئي ان مقام معليٰ تي پهچي چڪو هو، جت انهن شين جو ڪو چارو ڪونہ ٿي چليو. پاڻ نتيجو هيءُ نڪتو جو رهيل کهيل حجاب جو پردو ڦاڙي، پيرن ۾ چيريون ٻڌي، هٿ ۾ يڪتارو ڪڻي، نچڻ ۽ڳائڻ نڪري پيو. خويشن عزيزن سمجھيو تہ "ڪل ڦڙي ويئي اٿس" ۽ چريو ٿي پيو آهي. تنهنڪري ٻين علاجن سان گڏ جسم تي ڏنڀ بہ ڏياريائونس. مگر فرق ڪو ڪونہ پيو. پڇاڙيءَ تائين پنهنجي حال ۽ درويشي خيال تي قائم ۽ مستحڪم رهيو.

منهنجيءَ سانپير ۾، سندس ڪلام ننڍي وڏي جي وات تي هوندو هو. ڪوبہ ڳائيندڙ اهڙو ڪونہ هوندو، جو شروعات ٻيڙي فقير جي ڪلام سان نہ ڪندو. ڪلام جي نموني طور، ٿي ڪافيون ڏجن ٿيون.

## ڪافي 1

(طرز بيدل: سک رمز وجود وجاوڻ دي، ناهي حاجت پڑهڻ پڑهاوڻ دي.)

سک رمز جيتي مرجاوڻ دي،
ناهي حاجت هنر هلاوڻ دي.

شاهہ منصور سر سُولي ٻولي، رمز انهيءَ سان اها ڳالهہ چولي،
لنو لنو دي وچ ڏتڙي لولي، اناالحق آلاوڻ دي.

علم عقل نون عشق نہ مندا، جان جان هستي حال نہ پندا،
چوڙ تڪيا اِنهيءَ خاڪي تن دا، نيت نہ رک ول آوڻ دي.

چوڙ دعوا هڪ درد ڪون گهن تون، بد هوائي دا ٻوتا پن تون،
مرشد واري مام چا گهن تون، ڪر نہ ڪسب ڪماوڻ دي.

پڑهہ پڑهہ علم ڪيا فاضل هووين، مرڻ ڪنول اڳي مول نہ مووين،
جهڙا هووين تهڙا هووين، پڑهہ آيت آپ وجاوڻ دي.

”ٻڌل“ نفي اثبات ڪر ڄاڻين، وچ اپڻا دي آپ نہ آکين،
ساري ذات صفات سڄاڻين، احدؤن عبد چپاوڻ دي.

## ڪافي 2

(طرز فريد: بن دلبر شڪل جهان آيا.)

وه دلبر ڪر سينگار آيا، هر صورت دي وچ يار آيا!

ڪاتي ميخاني تي مخمور ڏنم، ڪاتي شريعت ذوق ظهور ڏنم.
ڪاتي سوري تي منصور ڏنم، چئي اناالحق اظهار آيا.

ڪاتي تخت متي تيار ڏنم، ڪاتي چِتو چوڪيدار ڏنم،
ڪاتي ڪارائو تي ڪمدار ڏنم، ڪاتي ناچو تي نروار آيا.

ڪاتي عيسيٰ روح الله ڏنم، ڪاتي ابراهيم خليل الله ڏنم،
ڪاتي موسيٰ ڪليم الله ڏنم، ڪاتي احد، علي اظهار آيا.

ڪاتي صحيح ” ٻڌل “ سلطان ڏنم، ڪاتي پڙهندا ياد قرآن ڏنم،
ڪاتي ڳل جٽيا صنعان ڏنم، ڪاتي يوسف مصر بازار آيا.

(3)

تن مارن جا، ميان عمر، سور وجن ٿا ساڙيون،
پَسان پيڪن جون پٽ تي، ويڙهيچن جون واڙيون.

آءُ ڪانگا ڪا تن جي، لَنؤ هاڻي لات وري
سانگيئڙن جي سڪ ۾، رئندي ڳچ پيا ڳري
دم دم ڪريان ٿي دانهون، ڳوڙها ڳلن تي ڳاڙيون.

رنجايل جي روح ۾، پلپل پور پون
سانگيئڙن ڪي ساريو، نت نت نيڻ وهن
بيوس ٿي هان بند ۾، روز ڪريان ٿي راڙيون.

تن مارن سان عمر، منهنجا نيڻ لڳا
ساهه سيبائي ڪينڪي، تنهنجا ويس وڳا
لاڪيڻي اتم لوئي، پَٽُ ڦِٽي ڪريان ڦاڙيون.

”بيڙو“ آکي، ٻن پيا، تن ريءَ گهر گهٽيون
جهانگيئڙن سان جهنگ ۾، وڃي پيان خوب ڪٽيون
ڏوٽيئڙن جي ڏک ۾، مور وٽن نه ماڙيون.

## ٻيڏل فقير (غلام احمد ايل – بدوي)

شڪارپور کان اٽڪل پنجن ميلن جي مفاصلي تي، چوئي شاخ جي ساڄي ڪپ تي، هڪ ننڍڙي بستي آهي، جنهن جو اصل نالو ته ”بخشيو اُنڙ“ هو، پر هن وقت ”ٻيڙي فقير جي ڳوٺ“ جي نانءَ مشهور آهي. شڪارپور جي چوڌاري گهڻائي ننڍڙا ڳوٺڙا آهن، پر هن ڳوٺ کي مکيه اهميت آهي، ڇاڪاڻ ته هيءُ ڳوٺ ڪجهه سال اڳ هڪ درويش جي رهڻ جو مقام هو، جنهن پنهنجي نغمه سَرائيءَ سان سنڌي ادب ۾ وڏو مقام حاصل ڪيو. هن درويش جو اسم گرامي ٻيڏل فقير هو ۽ عوام ۾ ”ٻيڙي فقير“ جي نالي سان اڃ به مشهور آهي.

اڄ کان اٽڪل هڪ صدي اڳ ”بخشي اُنڙ“ جي ڳوٺ ۾ هڪ شخص ٿي رهيو، جنهن جو نالو ”عبدالواسع “هو، جنهن کي عام ماڻهو وَسيو سڏيندا هئا. هو نهنو ۽ نماڻي طبيعت جو مالڪ هو. انگريزن جي حڪومت جو اوائلي دور هو. هر طرف سُکر ۽ سڻائي هئي. سادگي راحت سمجهي ويندي هئي، ڪوڙ ۽ فريب ايڏو عام نه هو. وَسيو فقير ٻه-ٽي ايڪڙ زمين جا آباد ڪري، سُکيو سَتابو گذاريندو هو، پر هڪ غم کيس مايوس ڪندو رهندو هو؛ اُهو هو ته کيس ڪابه نرينو اولاد ڪانه هئي، جنهن ڪري هو سدائين پيرن فقيرن ڏي پيو پنڌ ڪندو هو. روايت آهي ته هڪ پيري هڪ مجذوب فقير اچي سندس ڳوٺ کان لانگهائو ٿيو، ان جي نالي جي خبر پئجي نه سگهي، پر فقير کيس ”نانگو مست الستي“ جي لقب سان سڏيندا آهن. فقير وسيي ان مجذوب جي پُٺ ورتي؛ جنهن سندس عاجزيءَ کي ڏسي دعا ڪئي. ٿوري وقت کانپوءِ کيس نينگر پيدا ٿيو، جنهن تي ”ٻُيدل“ نالو رکيو ويو. سندس ولادت جو صحيح سال معلوم ٿي نه سگهيو آهي؛ پر فقيرن کان معلوم ٿيو

آهي تہ فقير صاحب پاڻ فرمائيندو هو تہ جڏهن آخري ليٽ اچي بس ٿي ۽ ريل جي بند ٻڌڻ لاءِ انگريز آفيسر زرخيل جي سڙڪ جي اوپر کان تنبو هٽي اچي وينا، تڏهن منهنجي عمر اٽڪل 18 سال هئي. شڪارپور ۾ ريل جو بند سنہ 1883ع ڌاري نهڻ شروع ٿيو هو. جيڪڏهن فقير صاحب جي زباني روايت کي ڏسجي ٿو، تہ سندس ولادت جو اٽڪل روءِ 1885ع ٿئي ٿو.

زباني روايتن مان جيئن معلوم ٿئي ٿو، فقير صاحب پنهنجي والدين جي هنج ۾ لاڏ ۽ ڪوڏ سان پليو، پر جيئن هو وڏو ٿيندو ويو، تيئن ماڻهن کان دور دور رهڻ لڳو، انن ورهين جو ننڍڙو ٻار، جهنگن ۾ جاليندو ۽ واٽن تي ويهندو ٿي رهيو. سندس والد کيس ڳوٺ جي مڪتب ۾ پڙهڻ لاءِ ويهاريو، مگر مڪتب  جي فضا کيس راس نہ آئي. هو مڪتب کان نڪري جهنگ ۾ ٻبر جي هيٺان يا لئيءَ جي پاڇي ۾ ليٽي پوندو هو. سندس والد کيس ڳولهي گهر وٺي ايندو هو. سندس رنگ ڍنگ نرالو ٿيندو ويو. هُو ٻار جي هِن عجيب دنيائي ڪناره ڪشيءَ کان نا اُميد ٿي پيو ۽ کيس بيحد افسوس ٿيڻ لڳو. ڳوٺ جا ماڻهو چميگويون ڪري چوڻ لڳا، تہ ”ويچاري وسيع فقير جي قسمت چڱي نہ آهي، سِڪي سِڪي پٽ تہ ڄايس، پر هٿان مصيبت ٻڌجي پيو اٿس، اهڙي پٽ کان تہ بس پلي.“ سندس والد مجبور ٿي، ڳوٺ جي ٻين ٻارن وانگر کيس ڍور چارڻ لاءِ ڏنا. جهنگ ۾ ڍورن پنهنجي واٽ ورتي، ۽ ٻيدل پنهنجي واٽ. روايت آهي تہ هڪ ڏينهن جيئن فقير صاحب جهنگ ۾ ڍورن کي آهرائڻ ويو، تئين مٿس اهڙو حال طاري ٿي ويو، جو هو غش کائي ڪري پيو. بيهوشيءَ جي حالت ۾ کيس گهر آندائون. سندس والدين ۽ اوڙي پاڙي وارن ائين سمجهيو تہ مٿس ڪو جن جو اثر ٿيو آهي. پوپا گهرايا ويا، جهاڙون جهوپون ٿيڻ لڳيون، پر هنن پوپن کي ڪهڙي خبر، تہ الاهي محبت جو رنگ ڪهڙيءَ ريت چڙهي ٿو! هو الاهي رڱ ۾ رڱجي، مست گذارڻ لڳو ۽ اُن وقت سندس شاعريءَ جي ابتدا ٿي. جيتوڻيڪ سُر سنگيت کان واقف نہ هو، پر يڪتارو کڻي ڳائڻ شروع ڪيائين؛ يڪتاري تي هن جو پهريون ڪلام چيو، سو هو:

سگهڙو موتج يار، توکي وينا ساريون،
سچ جي سرڪ، وئين ڪا پياريون.

تنهنجي سورن جي ڪهڙي ڳالهہ ڪريان، پائي پاند ڳچيءَ پر جي پيش پوان،
ابرو عاشقن تي ڪن تا ڪاهہ سنوان، ڏاڍيون چوهہ چڏي وڙهن ويچاريون.
تنهنجي سڪ ۾ يار سدا هيءَ ٿي سڪي، پروانا پرَ ڏي رويون روز لڪي،
من ڪي محب اچن ويني راهہ تڪي، منهنجي ڦٽن جو تو ڳٽ دوست دارون.
عشق هو ’ٻُيل‘ کي ٻنڌڻن لاڪون، چو محب ڍڪن منهن عجيب اسان ڪون.

روحڙو آهه رتو، تن هيءُ توهان کون، دم نہ ٿجان ڌار، توڏي ٿا نهاريون.

هن ڪلام جي چوڻ کان پوءِ، سندس قلب ڪُلي پيو، پر سندس والدين وڏيڪ هراسجي ويا. هاڻي هيءَ حالت اچي بڻي، جو پيرن ۾ گهنگهرو ٻڌي چيرون وجهي نچندو ۽ ڳائيندو ٿي رهيو. ڪڏهن تہ ڳائيندي ڳائيندي بيهوش ٿي ويندو هو. وقت گذرندو رهيو، فقير صاحب پنهنجي خيالن ۾ گم گذارندو ٿي رهيو. هڪ ڀيري اتفاق سان پير جي ڳوٺ جي ناမياري راشدي خاندان جو هڪ فرد، سيد علي سرور شاهہ پنهنجي هڪ مريد وٽ، جنهن جو نالو فريد هو، فقير صاحب جي ڳوٺ ۾ اچي منزل انداز ٿيو. بيدل فقير جي والد کي جڏهن پير صاحب جي اچڻ خبر پئي، تڏهن فقير صاحب کي وٺي، پير صاحب جي خدمت ۾ حاضر ڪيائين. پير صاحب سندس ڪلام ۽ ظاهري جوش ۽ جذبي کي ڏسي بيحد متاثر ٿيو ۽ پنهنجي مريد کي حڪم ڏنائين، تہ هن نوجوان کي پير جي ڳوٺ درگاهہ تي وٺي وڃ. فريد ۽ فقير بيدل جي والد، پير صاحب جي حڪم جي تعميل ڪئي. هو فقير صاحب کي وٺي، پيرين پنڌ، پير جي ڳوٺ روانا ٿيا. ان زماني ۾ راشديہ درگاهہ جي سجادهہ تي، ناميارو بزرگ حزب الله شاهہ سجادهہ نشين هو. جڏهن پير صاحب جي خدمت ۾ بيدل فقير کي آندو ويو، تڏهن ڏسندي ئي پاڻ واڪو ڪيائون: ”هي روهڙي وارو بيدل تہ نہ آندو اٿو؟“ فريد ادب سان جواب ڏنو تہ ”نہ سائين هيءُ اسان جي ڳوٺ جو نينگر آهي ۽ سندس نالو بيدل آهي.“ پير صاحب اهو ٻڌي فرمايو، تہ: ”ٺاڻهُ تہ سنو آهي، پر سنڀاڻ جي دير اٿس.“ ننڍڙو بيدل، پوءِ سندس ارادتمندن ۾ داخل ٿي ويو. ڪجهہ وقت مرشد جي خدمت ۾ رهي، موٽي ڳوٺ آيو، جتي خاموشيءَ سان، رات ڏينهن ياد الاهيءَ ۾ گذاريندو رهيو. هاڻي سندس زندگي جڻ هڪ سالڪ جي سطح تي اچي ويئي. ماڻهن جون دليون ڏانهس ڇڪبيون ٿي رهيون. وقت گذرندو ويو ۽ محبت جي آڳ، جا اڳ ڀڙڪا ڪائي اٿندي هئي، هاڻي نورانيت ۾ تبديل ٿي وئي، جا هڪ صوفيءَ جي آخري منزل آهي. فراق جي منزل، وصال جي مقام ۾ بدلجي وئي:

محب مُئيءَ جي گهر آيو، ميندي مون اچي لايو.
سرتيون هار سينگار ڪري، سَرهي سيج وڇايو.
جنهن تہ ڏني ڏک ڏور ٿيا، سرتيون ڪُم ٿيو سجايو
سير ڪٿوري واسيا، پيرل پير اچي پايو.
اڱڻ ”بيدي“ جي عيد ٿي، پرينءَ پاڻ پسايو.

بيدل فقير سلوڪ جي منزلن کي ماڻيندو، هاڻي جوانيءَ جي سَن کي اچي پهتو هو. محبت جو مچ اندر ۾ مچندو ٿي رهيو، پر ٻاهر سڪون ٿي ڏنو. سندس والدين مٿس زور آندو ته هو شادي ڪري، پر فقير صاحب دنيائي ٻڌڻن کان آزاد رهڻ ٿي گهريو. مٿس گهڻو زور آندائون، پر هو پنهنجي فيصلي تي اٽل هو. ٻيو چارو نه ڏسي، سندس والد ڪيس مرشد کان امر ڪرايو. مرشد جي حڪم جي مڃتا ڪرڻي پيس، سندس شادي ٿي ويئي. جلد ئي سندس والده وفات ڪري ويئي، ۽ ٿورو پوءِ سندس والد به راهه رباني وٺي ويو. هاڻي گهر جو سڄو بار مٿائنس اچي پيو، جنهن کي فقير صاحب ڏاڍي سهڻائيءَ سان نڀايو. فقير صاحب کي شاديءَ کان پوءِ، ٽي پٽ ۽ ٻه نياڻيون ٿيون. سندس وڏي فرزند جو نالو عبدالحڪيم هو، جو ڪجهه عرصو گذريو ته وفات ڪري ويو آهي. سندس وِچٽ پٽ محمد مقيم نه رڳو لائق پٽ هو، پر پيءُ جو حال محرم ۽ دل جو دوست هو. هن ۾ ننڍپڻ کان ئي فقير صاحب وانگر مستيءَ جو جذبو سمايل هو، ان ڪري ماڻهو ڪيس ”مست مقيم“ جي نالي سان سڏيندا هئا. سندس مُک مان عجيب جلال پيو بکندو هو، وڏو محبتي جوان هوندو هو. اوچتو هي للنگهه جوان ليٽي پيو. جوانيءَ جو موت، سو به هڪ لائق فرزند جو، فقير صاحب ان صدمي کي نهايت صبر سان سٺو. جوان پٽ جي ياد ۾ سندس آخري مرثيو هو:

وَرَ لئي ڪنديس وَسَ، لهنديس لعل لڪن مون.
انگ لکيو منهنجو اڳهين، آءُ ڪئن مٽيان مَسُ،
ووڙينديس وڻڪار ۾، ڏيهه ڏيندو مان کي ڏَسُ،
ڪاهيون ويندس ڪيچ ڏي، وٺي گورن جو آئون گسُ،
ايندو ٻاروچو ’بيدل‘ چوي، پوندن ڪو شال تَرسُ،

بهر حال، هن صدمي فقير صاحب تي وڏو اثر ڪيو، تان جو دنيوي زندگيءَ جو ماڻ به اچي اپريو. بيماري ڪا خاص ڪانه هئي. 12-آڪٽوبر 1939ع _ 27 _شعبان 1358 هجريءَ تي سندس روح جو ٻوليندڙ پکي، جسماني پڃري کي ڇڏي، پنهنجي ابدي ۽ دائمي زندگيءَ جي مقام ڏانهن اُڏري ويو. ڪنهن درويش سندس وفات جي تاريخ هن ريت لکي آهي:

”طالب المولي فقير صاحب تارڪ الدنيا“

فقير صاحب جي عقيدت مندي جي حلقي ۾ پري پري کان ماڻهو اچي اندر جي اُسات اُجهائڻ لاءِ حاضر ٿيندا هئا، هندو ۽ مسلمان هڪ ئي رنگ ۾ رتا ٿي رهيا. ماستر ٽانورداس شڪارپوري، جو

سندس در جو پانڌيئڙو هو ۽ پاڻ چڱو شاعر پڻ هو، فقير صاحب جي روحاني فيض هيئن ٿو ذڪر ڪري:

3- ڊسمبر 1929ع تي ڀائي ڪِلورام، چَونگن جو ماستر پمداس، روهڙيءَ واري ڀائي ٽيئون رام جي هڪ ٻالڪ سان گڏجي، فقير صاحب جي درشن لاءِ سندس ڳوٺ ڏانهن وياسون. صبح جو سوير چوئي شاخ تي پهتاسون، سيءُ ڳچ هو، آسمان تي جُهڙ هو، پر فقير صاحب جي پريم ۾ ٿڌ جي ڪابہ پرواھ نہ هئي. ڏهين بجي ڌاري فقير صاحب جي درگاھ تي پهتاسون، عجيب رنگ لڳل هو. هڪ مريد سندس هينيون ڪلام ٿي چيو:

يار بنا ٻيو ڪير، گهٽيون گهير ٿو گهمائي.
وَنَحْن اَقرب ويجهڙو، تنهن ۾ فرق نہ آهي قير،
هندو مومن هيڪڙو، ناهي ويري ڪو وير.
رڻ ڪٿوريءَ واسيا، سَرها ٿيا سڀ سير.
اگڻ 'ٻيدل' جي عيد ٿي، پرين پاتو آ پير.

فقير صاحب نهايت سادگي پسند هو. ڏينهن آيل مهمانن جي رهاڻ ۾ گذاريندو ۽ رات ڏٺيءَ جي عبادت ۾ گذاري ڇڏيندو هو. نہ شيخي نہ مشائخي، نہ پيريءَ جي دعوا، نہ بزرگيءَ جو ڏيکاءُ. اهو سندس اعلي1 اخلاق هو، جو ماڻهو ڏانهس ڇڪجي ايندا هئا. روحل فقير سچ فرمايو آهي:

ڪهڻي تان هرڪو ڪهي، پر رهڻي اؤکي بات،
پڌري ٿيندي ذات، رهڻيءَ مان 'روحل' چئي.

فقير غلام علي "مسرور" بدويءَ جو چوڻ هو تہ "پوئين زماني ۾ منهنجي اکين ٻہ عارف ڏٺا: هڪ مولوي عبدلغفور "مفتون" همايوني ۽ ٻيو ٻيدل فقير،

فقير صاحب کي شاھ ڀٽائيءَ، خواجہ فريد، سچل سرمست، بيدل فقير، اصغر، صوفي خير محمد، عثمان چاڪي جي ڪلام سان محبت هوندي هئي. سماع سُڻندي ڪڏهن تہ مٿس وجد جي ڪيفيت طاري ٿي ويندي هئي. مسرور فقير جن ڪان روايت آهي تہ: "هڪ ڀيري مان سندس روبرو پير علي گوهر شاھ اصغر جي هيءَ ڪافي چئي رهيو هوس تہ فقير صاحب تي حال طاري ٿي ويو:

رانول رمزون روح ۾، اڄ ڪي لاتئہ نيون،
ڦٽڙا جي درد فراق جا، تنهن ۾ وڏءِ وهِ جون وٿيون،
اُهي تاب تنهنجي ڪان تتيون، جيئن تيل جون ٽچڪن تيون.

ان ۾ ڪو بہ شڪ نہ آهي تہ فقير صاحب جي جهڙي صورت نوراني هئي، اهڙي ئي سيرت سبحاني. سندس هڪ مريد امام الدين هيئن ٿو سندس ساراهہ ڪري:

بيدل سائين ٻاجهہ مهر ڪر، صورت پنهنجي پاڪ پساءِ.
پر پيالو سوز سان ڇلڪي، اهو عرض اگهاءِ.
تو بن سائين جيئڻ جنجل، محبت مڇُ مچاءِ.
نڌر نماڻا جهڙا تهڙا ڇولين ڪان تہ ڇڏاءِ.
آس امام الدين آهي اهائي، هادي توڙ رساءِ.

فقير صاحب جي شاعريءَ تي نظر ڪرڻ سان خبر پوندي تہ سندس ڪلام گهڻو ڪري ڪافين ۽ بيتن جي صورت ۾ موجود آهي، جنهن کي ”عوامي شاعري“ جو نالو ڏنل آهي ۽ سنڌ ۾ ايترا تہ گهڻا عوامي شاعر اسان کي ملن ٿا. جن جو ڳاڻيٽو سنڌ جي هڪ سري کان ٻي سري تائين هزارن جي تعداد ۾ ڪري سگهجي ٿو. ڪافيءَ جي صنف کي اختيار ڪرڻ وارن ۾ اسان کي اُهي بزرگ هستيون ملن ٿيون، جن جي فيض ڪان سنڌ جي ڪنڊ ڪُڙڇ واسجي چڪي آهي. اڄ بہ ”ڪوڙين ڪن سلام اڇو آسڻ ان جي“. ان ڪري ڪافيءَ جو روحانيت سان گهرو ناتو آهي. ڪافي گو شاعر اڪثر حال ۽ قال صاحب ٿي گذريا آهن. سندن قال ۾ بہ حال جي جوش ۽ جذبي جو رنگ جهلڪندو نظر ايندو.

بيدل فقير جي ڪلام تي ڪيترن ڪافي گو شاعرن جو اثر پيل آهي، جن مان سر مست سچل، خواجہ غلام فريد ۽ قادر بخش بيدل جا نالا خاص طرح سان وٺي سگهجن ٿا. ان ڪان اڳ، جو سندس ڪلام تي تشريحي نظر وڌي وجي، مان انهن بزرگن جي شاعريءَ سان فقير صاحب جي ڪلام جي ٿوري ڀيٽ ڪريان ٿو، جنهن مان خبر پوندي تہ سندس ڪلام تي انهن بزرگن جي ڪلام جو ڪيترو نہ اثر آهي. فقير صاحب سماع جو قائل هو، ان ڪري وٽس موسيقيءَ جي مجلسون متل ٿي رهيون، جنهن ۾ انهن بزرگن جو ڪلام ڳايو ويندو هو؛ هن پنهنجي رنگ ۾ سندن تتبع ڪيو.

فقير قادر بخش ’بيدل‘ جو مشهور ڪلام آهي.

سِڪُ رمز وجود وڃاوڻ دي،
نهين حاجت پڙهڻ پڙهائڻ دي.

اڪران دي وچ جوئي اڙيا، عشق دي چاڙهي مول نہ چڙهيا،
اثباتي دا علم جو پڙهيا، موج انهين سر ساوڻ دي.
بارش برهہ دي جنهن سر آئي، سوز عشق وچ جالي سدائي،
بي دردان نو ڪل نہ ڪائي، درد دي دود دکاوڻ دي.

ان رنگ ۾ فقير بيدل جو اسان کي هيئنيون ڪلام ملي ٿو:

سک رمز جيتي مرجاوڻ دي،
ناهي حاجت هنر هلاوڻ دي.

شاهہ منصور سر سولي ٻولي، رمز انهيءَ سان اها ڳالهہ چولي،
لِنو لِنو دي وچ ڏتڙي لولي، اناالحق اَلاوڻ دي.
علم عقل نون عشق نہ ملندا، جان جان هستي دا حال نہ پندا،
چوڙ تڪيا، انهيءَ خاڪي تندا، نيت نہ رک ول آوڻ دي.

فقير قادر بخش جو ٻيو ڪلام آهي:

هِتِ هُت حامي آهہ، اسان جو هادي حضرت شاهہ.
لحمڪ لحمي، روحَڪَ روحي عالي اَسدالله،
محبت وارن سان آ ساٿي، وانگي ساهہ پساهہ.

فقير ٻيدل فرمائي ٿو:

رنديءَ وارو راهه، رمز سڄڻ جي روشن ڪيڙو.
اندر تونهين ٻاهر تونهين، تونهين ساهه پساهه.
سڀ صورت ۾ سهڻو سائين، آهي پاڻ الله.

خواجه غلام فريد جو مشهور ڪلام آهي:

بن دلبر شڪل جهان آيا، هر صورت عين عيان آيا.
ڪٿي آدم تہ ڪٿي شيث نبي، ڪٿي نوح ڪٿان طوفان آيا.
ڪٿي ابراهيم خليل نبي، ڪٿي يوسف وچ ڪنعان آيا.
ڪٿي عيسيٰ تي الياس نبي، ڪٿي لڇمڻ رام تي ڪان آيا.
ڪٿي ذڪريا، ڪٿي يحييٰ هي، ڪٿي موسي بن عمران آيا.
ابوبڪر عمر عثمان ڪٿان، ڪٿي اسدالله ذيشان آيا.

ان تتبع تي فقير ٻيدل هيئن ٿو فرمائي:

وه دلبر ڪري سينگار آيا، هر صورت دي وچ يار آيا.
ڪاٿي ميخانہ مخمور ڏنم، ڪٿي شريعت ذوق ظهور ڏنم،
ڪٿي سوريءَ تي منصور ڏنم، چئي أناالحق آظهار آيا.
ڪٿي مٿي تخت تيار ڏنم، ڪٿي چٽو چوڪيدار ڏنم،
ڪٿي ڪارائو ڪمدار ڏنم، ڪٿي ناچو ٿي نروار آيا.

اهڙيءَ ريت، سرمست سچل جو مشهور شعر آهي:

آءُ ادا سالڪ صحيح ڪر تون طلسمات ڪي،
يج دوئي تا ڪل پوئي، دور ڪر درجات ڪي.

فقير ٻيدل فرمائي ٿو:

آءُ ادا سالڪ، صحيح ڪر ڳالھ ڳجھ جي ھيءَ ڳري،
محبت سندي ميدان ۾ پوءِ مسام ۾ مانجھي مري.

فقير صاحب جي ڪلام تي، اھڙيءَ ريت انهن بزرگن جي ڪلام جو گھڻو پرتوو پيو آهي، سندس ڪلام ۾ صوفين جي سرمستيءَ وانگر جوش ۽ جذبي سان ڀريل آهي. حال ۽ قال وارن صاحبن جي شاعريءَ جو سڄوئي، اندرين چڪتاڻ تي آهي، جنهن ڪي روحانيت جي تڪميل سڏجي ٿو. ٻاهرين شاعري جا رڳو تخيلي آهي، ان ۾ قلبي واردات جو ڪوبہ نشان نظر نہ ايندو، پر جنهن شاعريءَ جو قلب جي جذبات سان واسطو آهي، ان ڪي پيغام آهي ۽ بني نوع انسان جي ڀلائيءَ جو باعث بڻجي ٿي. فقير صاحب جي شاعري بہ روحانيت جو هڪ پندار آهي، جيڪا مرادوند طالب لاءِ صراط المستقيم آهي. اهو پيغام ڪنهن هڪ مذهب ۽ ملت تائين محدود نہ آهي، پر هڪ عالمگير پيغام آهي:

عشق وارن جو پنڌ پراهون، اوري دين ايمان.
عشق ڪري آيو جلوا جنگي، ٿيو هوش عقل حيران.
نہ مئن سُني نہ مئن شيعا، نہ مئن مسلمان.
عشق اساڏا قبلا ڪعبا، عشق دا عالي شان.
عشق ’بِيدل‘ اُتي پهچائي، جاتي مردن جا ميخان.

حضرت شاھ عبداللطيف ڀٽائي بہ ان پر فرمايو آهي:
نڪو ڪم ڪفار سين، نڪا مسلماني من،
نڪا دل دوزخ سين، نڪي بهشت گھرن،
سدائين چون، تہ پرين ڪجو پانهنجو.

خدا جي نيڪ بندن جو اهو غير فاني اصول آهي تہ هو پرائي لاءِ بہ ايترو ئي هڌ ڏوکي آهي، جيترو پنهنجن لاءِ. دوئيءَ جو لفظ متجي وجي ٿو، ڇو تہ وٽن وحدت جو پيغام آهي. سندن مقصد ئي خدا تعالي جي خلق جي خدمت آهي:

جي پائين جوڳي ٿيان، تہ صفا ڪر سينو،
درس ڪدي ڇڏ دل مان، ڪِبُر ۾ ڪينو،
دائم وسي ٿو دل ۾، رانجهن رنگينو،
من مان مدينو، مري پوءِ معلوم ٿئي.

اهوئي عمل جو درس آهي، جنهن مان پريت جو هر پانڌيئڙو ماڳ جو دڳ لهي ٿو. جتي 'پاڻ' جو اکر ۽ وجودي وسيلا موجود آهن، اُتي محبت جي راهہ جو طئي ٿيڻ ئي مشڪل آهي، ان ڪري نفي ۽ نابودي، سلوڪ جي مسافر لاءِ، نئين حياتي ڏيندڙ آهن.

جن نيهن جا نڪتا پڙهيا، سي تہ پور پهرين ئي چڙهيا.
نينهن جو نعرو هڻي، ويا برهہ جي بازي ڪٽي،
سڪ ساهہ ۾ هُيڙن گهٽي، سي عام ۾ هت نا اَڙيا.

هيءَ سڙڻ ۽ جلڻ ئي محبت الاهي جو ڏاج آهي، جنهن ڪي محبت وارا وڏيءَ دل سان قبول ڪن ٿا. منصور جو نالو محبت جي دنيا ۾ اَمر آهي. تصوف جي صاحبن ۾ منصور جي مقام ڪي انفرادي ۽ ممتاز حيثيت آهي. ان ڪي چون "منصوري مقام". فقير صاحب منصوري مقام جي رمز پنهنجي سادن لفظن ۾ هئين ٿو سمجهائي:

منصوري اها مام، عاشق ٻاجهون ٻيو ڪير سمجهي،
خيال خوديءَ جا عاشق ٽوڙن، مرڻ ڪنون سي منهن نہ موڙن،

# حمد

اول نام الله جو، آهي ڪل ڪؤن قرارو
خاصو دوست خداءِ جو، آهي مرسل موچارو
چئن يارن جي چت ۾، لنؤ لنؤ ۾ لارو
حسن مير حسين تان، سر گهوريان سارو
لهي مونجهارو، دان ڏئين دستگير تون
تون آءُ سگهو، شل راضي رب ٿيندو
سيد آءُ سگهو، چڙ ماڻو مسڪين سان، مرسل مل سگهو

پيش لڳي هان پر جي، سينو نٿي ساهيان
قالو بليٰ جي قول جو، ڳڻ وينئي ڳايان
اصل ڪان آهيان، ٻڌل ٻاروچل سان
تون آءُ سگهو، شل راضي رب ٿيندو!

جادو هنيون جان ۾، جانب تو جوڙي
ورتو آهي واسينگن جان، تنهنجي ور وڪوڙي
نينهن ٿو نهوڙي، محبت ماري آهيان
تون آءُ سگهو، شال راضي رب ٿيندو!

موٺ ملئون پاڻ ۾، خوش ڪيون خيال
توسان ناتو نينهن جو، لڙه لڳي ٿيس لعل
سائين لڳم سوال، اگهي در الله جي
تون آءُ سگهو، شال راضي رب ٿيندو!

تاڪون سڪ سرير ۾، جاڪون جايس جم
سوڍا تنهنجي سڪ ۾، ڪار نہ وٽي ڪم

دير نہ گهرجي دم، مل تہ مانڊائي لهي
تون آءُ سگهو، شال راضي رب ٿيندو!

تنهنجي سڪ سير ۾، ڪوڙيا نغارا نيشان
هٿ ڪٽي هڪلان ڪريان، مان زاري ساڻ زبان
الله لڳ امان، سيد ڪڇجو ساٿ سان
تون آءُ سگهو، شال راضي رب ٿيندو!

نينهن تنهنجي ناچوءَ جان، شوق ٻڏي ٿم چير
وڃي ٿي روز وجود ۾، بره تنهنجي جي پير
دلبر وجهہ نہ دير، متان مان مري وڃان
تون آءُ سگهو، شال راضي رب ٿيندو!

انئي پهر عجيب جو اٿم اوسارو
سر سڄو صدقو ڪريان، مان سيد تون سارو
اپريو آه تارو، عربي اوٺ امت جو
تون آءٌ سگهو، شال راضي رب ٿيندو!

دردونديءَ جي دل ڪي، يار دلاسو ڏيندو
محب مداين جو، ڏڪ اچي ڏڪيندو
نال وني نيندو، آهي ننگ نبيءَ تي
تون آءُ سگهو، شال راضي رب ٿيندو!

دل تولءِ دلبر! منهنجو ساهہ گهڻو ساري
ناقص نماڻيءَ ڪي ويهہ نہ وساري
من وڃِ ماري، منڊ هڻين محبت جو
تون آءُ سگهو، شال راضي رب ٿيندو!

ڪنهن کي سليان سور جون، ڳجهون هي ڳالهيون
روئان ٿي رت ڳاڙهون، سائين توکي سنياليون
گڏ پرين جاليون، جهٽ نہ جدائي ٿئي
تون آءُ سگهو، شال راضي رب ٿيندو!

سڄڻ گڏئين سامهون، عين اکيون چائي
ديدان ديدن سان گڏيون، تنهنجي گهور وڏو گهائي
وڏءِ ڦاسائي، دل منهنجي دام ۾
تون آءُ سگهو، شال راضي رب ٿيندو!

جيڏيون اٿم جيءَ ۾ گهور پرينءَ جو گهاءُ
سو دل سڪائتيءَ جو، سگهو لهج سماءُ
تولئہ سڪي ساهہ، ڏيم دلاسو دل کي
تون آءُ سگهو، شال راضي رب ٿيندو!

جيڏيون جانب يار جي، اٿم جيءَ اندر جهوري
ڏيئي ويو ڏاج ڏکن جو، مون کي ڏُک ٻڌي ڏوري
لنؤ لنؤ ۾ لوري ، تنهنجي اٿم توڙ ڪؤن
تون آءُ سگهو، شال راضي رب ٿيندو!

جيڏيون جانب يار ريءَ، ڪم نہ وڻي ڪار
سرڪ ڏيئي سورن جي، جيءَ وجهي ويو جار
گڏ ٿي ڏينهن گذار، ڪڻ تون بار کهيل جا
تون آءُ سگهو، شال راضي رب ٿيندو!

جيڏيون جانب يار آه، منهنجي جيءَ جو جياپو
ڪونهي ڪوهيارل سان، منهنجو سگّ نہ سياپو
توسان ميلاپو، خاوند ڪندو خير سان

توں آءُ سگھو، شال راضي رب ٿيندو!

چٽڪي روز چڙيءَ جان، تن ۾ تنهنجي تار
سوڍا تنهنجي سڪ ۾، نيٽين وهايم نار
دلبر ٿيءُ نہ ڌار، ڳل لڳي ڳالهيون ڪريو
توں آءُ سگھو، شال راضي رب ٿيندو!

روز گھٽي اٿم روح ۾، طلب توهان جي تات
ڏينهن سارو ڏک ۾، سڪان ساري رات
پره ڦٽي پرڀات، اڄ تہ اُميدان پڄن
توں آءُ سگھو، شال راضي رب ٿيندو!

روز گھٽي ٿم روح ۾، تنهنجي وحدت سان وائي
مون سان هج منهنجا پرين سهڻا سدائي
ٻن پئي جدائي، ور تہ وڇوڙو لهي
توں آءُ سگھو، شال راضي رب ٿيندو!

ميخان سي محبت جون، اندر جيءَ جڙيون
ڪڏهن اُڪلن ڪينڪي، جيڪي ڪاريگر ڪڙيون
من ۾ روز مڙهيون، جيڪي هٿ سان هوت هڻي ويو
توں آءُ سگھو، شال راضي رب ٿيندو!

جانب جاڳائي وئين، پائي جيءَ اندر جهاتي
مارڻ آئين مئيءَ کي، ڪٽي ڪهڻ جي ڪاتي
دل تو سان ڦاتي، ڪسڻ مانَ قبول ڪيو
توں آءُ سگھو، شال راضي رب ٿيندو!

اڄ توں نانءُ الله جي سوڍل ڪين سڪاءِ

دل ۾ درد فراق جا، من ۾ مچ مچاءِ
بره تنهنجي جي باه، جيءَ اندر جهڙڪا ڏئي
تون آءُ سگهو، شال راضي رب ٿيندو!

اڄ تون آسرونديءَ ڏي، ٻه ٿي پيير پري
دام ۾ دام وجهي، وئين ملڻ ريءَ مري
گهوريان گهور ڪري، سر تو تؤن صدقي ڪريان
تون آءُ سگهو، شال راضي رب ٿيندو!

ائين آ سڪ سرير ۾، جيئن برسي سانوڻ مينهن
وئين وجهي پيچ پريت جا، تنهنجي ناز نهوڙيس نينهن
ڏکن سندا ڏينهن، گڏ ٿي يار گذاريون
تون آءُ سگهو، شال راضي رب ٿيندو!

سوڍا تنهنجي سِڪ ۾، لنگهيا مهينا ماه
ڪنهن ڪي سڻايان سور جي، دلبر توريءَ دانهن
ٻانهي سندي ٻانهن، پيير ورتيون وڃ پاڻ سان
تون آءُ سگهو، شال راضي رب ٿيندو!

گوليءَ گنهگار ڪي، سچا لنگهائج سير
ڪاهي ڏينهن قبر جي، واهر ڪجانءِ وير
علي سرور پيير، ماڙ ڪجانءِ مسڪين جي
تون آءُ سگهو، شال راضي رب ٿيندو!

محب منا مانديءَ جي، اچي ڪجانءِ شفاعت شاهه
نينهن تنهنجي نبتر ڪيو، مان روز تڪيان ٿي راه
ٻي ڪا ڪانهي واه، هيءَ ڪنل ڪاڏي وڃي؟
تون آءُ سگهو، شال راضي رب ٿيندو!

اصل آه ٻڍل کي، لنؤ تنهنجو لاڙو
سام پرتو سيدا، سگ هي ويچارو
پير گهر جو پيارو، ڪامل ڏينهن قيام جي
تون آءُ سگهو، شال راضي رب ٿيندو!

سيد آءُ سگهو، چڍ ماٽو مسڪين سان
مرسل مل سگهو، شل راضي رب ٿيندو!

# سنڌي بيت

ساراهيان سچو ڏٽي، جنهن جي تعريف ڪيان تمام
اول مڃ الله ڪي، پوءِ ڪر سيد جو سلام
ڪاهي ايندو قيامت ۾، منهنجو ڄُلي ايندو ڄام
ڀاڱو ونءي بهشت مان، ڏيندو اُمت ڪي انعام
اهو ڪيائين انجام، ڪندو ٻاجهہ ٻڍل چوي

ساراهيان سچو ڏٽي، جيڪو قادر قربدار
جنهن نبي پيدا ڪيو نور مان، سونهن پريو سردار
تو خاوند اُپائي خلق ڪي، ڏيهہ ڏٽي ڏاتار
مون ۾ مدايون گهڻيون، اچي ميٺيندو مختيار
هادي ڏينهن حشر جي، ڪرائيندو دل سندو ديدار
آهي ڪلمو جن جو قرار، تن جي ٻاجهہ ٻڍل چوي

سارهيان سچو ڏٽي، جيڪو پاڪ آهي پرور
اول نانءُ الله جو، پنيون محمد آهِ مشر
اَوڪيءَ منجهہ انڙ چوي، ايندو آرياڻي انور
چٽاسي چيهن ڪان، ڪليو بهشت جو در
آهہ آجو تن جو اندر، ڪلمو جن جي قلب ۾

ساراهيان سچو ڏٽي، جيڪو آگو آهِ الله

جنهن نبي پيدا ڪيو نور مان، منو محمد شاهه
اُتم آهي اڳرو، جيڪو اُمت جو اُمراءُ
لنگهائيندو لڪن ڪان، منهنجو سڪيو نيندو ساهه
جنهن ورتو ڪلمي سندو راهه، آهِ تنهن تي ٻاجهه ٻيل چوي

ساراهيان سچو ڌڻي، جنهن جي قدرت آ قراري
ڪلمو جنهن تي راس ٿيو، ڪندو سيد ستاري
ڪاهي ايندو ڪاڪ ۾، جاتي منزل آهِ باري
قبر جي عذاب ڪان، رکندو آگو اعتباري
ڏسي حسن حبيب جو، وڻندو هينئڙو هوشياري
جنهن جي يار سان ياري، تنهن کي ڪَسُ لڳندي ڪا نڪا

ساراهيان سچو ڌڻي، جيڪو دلاسو ڏيندو
عربي عيب امت جا، اچي ڍوليو ڍڪيندو
سيد وني ساڻ سان، هي نماڻي نيندو
بديون بخشيندو، ڪلمي جي قرار سان

ساراهيان سچو ڌڻي، جيڪو قادر ڪرم ڪندو
سيد آهي سهڻو، جنهن جو تجلو نور سندو
مديون ماڻهن جون اچي، محمد ميٽيندو
هيٺن سين هلندو، ڏئي پاند پناهه جو

ساراهيان سچو ڌڻي، جنهن جوڙيو ملڪ جهان

ڪُن فيڪون جي ڪَلَ ۾، جنهن جوڙيو زمين آسمان
سڀ شيءِ کي ساهه وجهي، جنهن بڻايو باغ بيان
روزي رازق ٿو ڏئي، جو مالڪ آهِ مهربان
ٻيڙي لنگهائيندو ٻاجهه سان، ڪندو آگوئي احسان
ايندو محمد مصطفيٰ، ملهائيندو ميدان
آهِ سيد تي ايمان، جيڪو پار لنگهائيندو پاتشاهه

صفت صاحب جي ڪجي، ٿاهِ وڏي ٿاهي
سيد مالڪ سات جو، جيڪو آرياڻي آهي
ڪامل ڏينهن قيام جي، ايندو ڪيچ ڏٽي ڪاهي
بديون بخشائي، نيندو ڪلمي جي قرار سان

مندان آيون، مندان پُنيون، ڪيو تهدل تياري
ايندو زور زمين کي، اڳتئون اونده انڌاري
ڪندو سوال سيد کي، شل ڏيندو ڪلمي سان ياري
اڳيئن باغ بهاريون، ڪليا گل گلزاري
ايندو شاهه شريع تي، پوندو هنڌ هزاري
ڏيندم دلئون دلداري، ٻهڳڻ هن ٻيل کي

سجدا ٻه سيڪو ڪندو، مور مرگهه ملاح
توڙي غوث، قطب هئا، ثاني ڪونهي شاهه
ڏسندس منهن محمد جو، ايندم تجلو نور نگاهه
روشنائي ٿيندم روح کي، سختيون لهندم ساهه
ٻڏي ٻيل جي آهه، عالم سان احسان ڪندو

**ڪڏهن مان پئي ڪوٺيو ابو، ڪڏهن ابو ڪوٺين ٿا مون کي ٻار**
**اها ڪل جوڙي ڪلتار، جو ٻڌل پنهنجو ابو پاڻ ٿيس**

# عشق تي چيل بيت

عشق جنهين سر آيو، ڏوڙا تن ڏاجا
لنؤ لنؤ منجهہ لبيڪ جي، لنؤ لڳن ڪاجا
سامي سباجها، وتن ڪيف ڪڪوريا

عشق جنهين سر آيو، دل مدينو تن
ذڪر ذاتي ذوق جو، تا من ۾ ماتم ڪن
ڪعبي ڪين وڃن، آهِ جتو جامع جن جو

عشق جنهين سر آيو، چاڻ تنهين چاتو
ٻاروچل ساڻ ٻيل چوي، تا انباهن ناتو
اتن اوراتو راتيان ڏينهان روح ۾

عشق جنهين سر آيو، سهيتيائون سور
پڙهي تن پروڙيو، هي محبت جو مذڪور
تن کي ذوق ضرور- سوريءَ سِرُ ڏيٺو پيو

عشق جنهين سر آيو، سي سک نہ سمهن
الستي آواز جي، ڪوڪ رڪيائون ڪن
جودئون جوڳيئڙن، سفر سجايو ڪيو

عشق جنهين سر آيو، نهوڙيا سي نينهن
محبت پرٿين من ۾، جيئن وسن ساوڻ مينهن
رويو راتيان ڏينهن، ڪن اوسارو عجيب لئي

عشق جنهين سر آيو، سي نانگا نت نون
صبر تن سبيل ڪيو، ڪنهن ڪي ڪين چون
اها لات لَنون، جيڪا ٻولي ٻاروچل جي

عشق جنهين سر آيو، سي جهليا ڪين رهن
هيري لعل جواهر جو ٿا، سوجهي سُر لهن
ٻولي ٻي نہ ڪن، سواءِ ٻاروچل جي

عشق جنهين سر آيو، جهولي جهلياڻُون
سرديون گرميون ساھ تي، سپيئي سٺاڻُون
تنهن تڙ تاتان نگهياڻُون، جنهن تڙ عالم آسرو

عشق جنهين سر آيو، سختيون سٺاڻُون
سي جفائون جيءَ تي، محڪم مَنياڻُون
طمع ترڪ ڪيائون، راھ ورتاڻُون رب جي

عشق جنهين سر آيو، سي ڪُنا ڪين ڪڇن
سوريءَ سندي سر ڪان، غازي ڪين گُسن
اُهي پر پڇن، سر جنهين جا سٽ ۾

عشق جنهين سر آيو، سي ڪيئن سور سلن
آگ سندي آڙاهہ ۾، پيا جوڳي جُنگ جَلن
پورو ڪين پچن، ڏين لاهي لحم لڱن تون

عشق جنهين سر آيو، وڏا طالع تن
گوشي ويهي گودڙيا، گُر جي گويا ڪن
عادت آديسن، سوپارن سڦري ڪئي

عشق جنهين سر آيو، مهٽا تن مرڪ
ڪچن ڪنهن سان ڪينڪي، آهن گوشي منجهہ غرق
وحدت جو ورق، پڙهي تن پروڙيو

عشق جنهين سر آيو، مشائخي نہ مرڪ
نڪي گهوڙا لشڪر پاڻ سان، ڪٽن ڪونہ خرچ
غازي هن غرق، وحدت جي واديءَ ۾

عشق جنهين سر آيو، نانگا ٿيا نهال
ڪري ترڪ ترڪو، پنهنجون مڏيون گهورن مال
هيٺو ڪري حال، وجي پهتا پرين ڪي

عشق جنهين سر آيو، سي نانگا ٿيا نروار
گر ڏي هليا گودڙيا، تهدل ٿي تڪرار

## السـتي اقرار، وجي پاڙيائون پرينءَ سان

عشق جنهين سر آيو، سي نہ طلبن سک
ٻاروچل جي ٻيل چوي، لڳن لنوءَ لنوءَ اندر لک
ڏولاوا ۽ ڏک، سامين کنيا سر تي

عشق جنهين سر آيو، سي درد ڪيا دلگير
ڪائن ڪين خوشيءَ مؤن، هن فاقا منجهہ فقير
تن کي محمد مير، اچي هاديءَ ڏنا هٿڙا

عشق جنهين سر آيو، سي سامي سياڳا
مروڙي تن مور ڪيا، دُئيءَ جا ڏاڳا
لوڪ سندا لاڳا، لاهوتن لاهي ڇڏيا

عشق جنهين سر آيو، سي ڍونديندا سير
جانيءَ ڪڻ جبل ۾، پٿون ڪيائون پير
من مؤن ڪڍي مير، وجي هيڪڙائي ۾ هڪ ٿيا

عشق جنهين سر آيو، سي ڪوري ڏين ڪنڌ
هليا هيئين سين هوت ڏي، ويا پروڙي پنڌ
تهدل ڪتي تند، آتڻ تن اجاريو

عشق جنهين سر آيو، تن جي ڳالهه ڪيان ڪيهي
وحدت منجهه وڪوڙجي، تن دور ڪئي ديهي
پاڻ منجهه پيهي، وڃي ذات ڳڏي ذات سان

عشق جنهين سر آيو، سي ڄاڻ ويا ڄاڻي
موليٰ جي محبت جي، موج تن ماڻي
صحيح سڃاڻي، راهه ورتائون رب جي

عشق جنهين سر آيو، ويا دونهان دُکايون
ماري من مٿي ڪري، ويا سر کي سجهايون
پاڻ منجهان پايون، ويا مشاهدو محبوب جو

عشق جنهين سر آيو، خودي ڪاڍائون
وحدت جي درياهه مان، پيالا پيتائُون
ڳولي لڌائون، پريان سندو پيچرو

عشق جنهين سر آيو، لڳو تنين لاڳ
ڀِي ڪَت پريت مؤن، اُٿي جوڳي جاڳ
اٿي نند نياڳ، ڪي پوءِ هٿندين هٿڙا

عشق جنهين سر آيو، پيا جاڳن وقت وڏي
وحدت منجهه وڪوڙجي، ويا پر ۾ پاڻ ڳڏي

## سامين سک چڙي، سور کنيا ها سر تي

عشق جنهين سر آيو، تن ڪيا سرن سندا ساٽا
ڪاهي ڪلالين آيا، چکيا تن چاٽا
پيتائون پرين مؤن، گهٽ منجهان گهاٽا
پوءِ ڳت ڏيئي ڳاٽا، ويچارن وڍائيا

عشق جنهين سر آيو، تن صاف چکي سرڪي
ڪاهي ڪلالين آيا، مٿن تي مُرڪي
پوءِ سُرڪيءَ لئہ سِرڪي، تن ڪوپن ڪنڌ ڪپايا

عشق جنهين سر آيو، سي سر سينگاري ڏين
سوريءَ سندي سرڪؤن، تر نٿا ترسن
پوءِ ڪنڌ ڪپايو ڏين، محبت جي ميدان ۾

عشق جنهين سر آيو، پيا الف سان اورين
اُتي اسر ويل جو، پيا چرخي کي چورين
پوءِ سدائين سورين، سامي سڳا سور جا

عشق جنهين سر آيو، تن ووڙي ڪيو وَسُ
پريان سندي پار جو، لڌو گاروڙين گسُ
قلبي لاهي ڪَسُ، ويا رمندا رام ڏي

عشق جنهين سر آيو، سي پيا مرد مري
اندر آڙاه عشق جو، وين مچ ٻري
ڪولي دل دري، ويا ڪهندا ڪابول ڏي

عشق جنهين سر آيو، لڳي تن لوري
انئي پهر عجيب جي، اٿن جيءَ اندر جهوري
ڏکن جي ڏوري، ٻڏي ٻاروچو ويو

عشق جنهين سر آيو، سي نينهن ڪيا نانگا
سيِ سنائون سر تي، گلا جا گهانگها
پوءِ لاهوتي لانگها، لحظي ۾ لنگهي ويا

عشق جنهين سر آيو، ويا خودي ماري خان
انهن جي اسرار جي، آهِ ڪل ڪنهن کي ڪانہ
پوءِ سورن جا سامان، سامين ڪنيان سر تي

عشق جنهين سر آيو، سي سامي ڪين سُمهنِ
اَنئي پهر عجيب لئي، پيا لاهوتي لُڇنِ
ڪنهن سان ڪين ڪُڇنِ، جو مزو چکيائون ماٺِ جو

عشق جنهين سر آيو، پولو پڳائُون
ٻيائيءَ جا ٻدل چوي، ورق واريائُون
پر سان پاڙيائون، قالو بلئٰ جي قول کي

عشق جنهين سر آيو، پر ۾ سي پوتا
غازين پردا غير جا، درس  ڪٽي ڏوتا
جي چاڙهيائون چوتا، سي لنگ لاٿائون ڪينڪي

عشق جنهين سر آيو، سي فاني ٿين فقير
ويل وسارين ڪينڪي، سامي سرت  سڌير
تن کي محمد مير، اچي وٿيون ڏنيون وحدت جون.

عشق جنهين سر آيو، تنين ڇاتو ڇاڻ
سڪ ٻڌائون سندرو، سور ڪنيائون ساڻ
ويراڳين  وٿاڻ سوجهي سر سهي ڪيو.

عشق جنهن سر آيو، وڌائون محبت من
ان الله مَعَ الصابِرين ، تڪيو ڪيائون تن
ٻيائي ڏيئي ٻن، وڃي هاديءَ سان هڪ ٿيا

عشق جنهين سر آيو، سي نانگا ڪين لڪن
موتوا قبل  من ۾، مري مرد جيئَن
سي سدا خوش هجن، جن نظر ناتو  نينهن سان

# سر سسئي جا بيت

لايِلافِ  پڙهي، هيءَ اُسري الاهر
قوليندیس فقيرياڻي تي، ساري اَلَم  تَرَ
هِن کي پنهون ميل پرور، ٻاروچو ٻيل چوي

سنجرندي  سورن جي، پهريائين پوشاڪ
جان ساماڻي سسئي، چڪي پيئڙس چاڪ
بره هٽي بيتاب ڪئي، ڪيس قيري قٽ فراق
دل قاڙيون دانهون ڪري، پيا اُپ ڏرن افلاڪ
پرور ڏٽي پاڪ، هن کي ميل ٻاروچل ٻيو چوي.

صبح جاڳي سسئي، هو سنجهي ويا سرڪي
لڳس ٻاڻ ٻروچ جو، وئي جهوريءَ ۾ جهرڪي
سا پئي پٽيءَ تي ڪري، ڊول بنا ڊُرڪي
سورن جي سُرڪي، پيتائين ٻنڌڻن ۾ ٻيو چوي.

سور مڙيئي سور، پر سور نہ سلڻ جهڙا
مون کي تنهن محبوب جا، پل پل پون پور
گهائي وڏو گهور، ٻاروچل جي ٻيل چئي.

# ستن ڏينهن جو بيان

چنڊي چنچر ڏينهن کي، وينگس چوڙيا وار
سڏي ۾ سڏڪا ڀري، پر لئہ ڪڍي پار
پٽي روئي پنڌ ۾، ڀوري لئہ ڀوتار
سونهارا سردار، هن کي ڪاهي ڪيچ رسائين

اُتي آچر ڏينهن کي، تي منجهان خيال ڪڙي
هوت نہ ڏنائين هنڌ تي، هيس جنهن سان جيءَ جڙي
قل هو الله کهي ڪري، هن ساري سٽ پڙهي
اوري ڪين اڙي، وئي کهندي ڪيچ ڏٽيءَ ڏي.

سنبري سومر ڏينهن کي، ڪيائين گهور گهٽي
ٻيٺي ڪين ڀنيور ۾، هلي هيڪل هڪ جٽي
هن کي ڦٽ فراق جي، ڪيو حيران هٽي
رضا مجيائين رب جي، جيڪا واحد کي وٽي
ميڙين شال ڏٽي، هن کي ٻاروچل ٻيو چوي

سڪ ڏنا هيس ساهہ کي، اڱاري اڌ ماٺ
جارئون جاڳي جل ڪري، هلي ور لئہ وٺي واٺ
هڪڙو جهولو جهنگ ۾، ٻي اُجَ اُتي اُساٺ
پتوڙي پيرن سان، ڪيائين جبل هڪڙي جهاٺ
لس لنگهي پئي لاٺ، ڏولاوا ڏونگر جا.

اٺي اربع ڏينهن ڪي، ڪيائين سچي دل سان سوال
جاني ريءَ جهان ۾ مون ڪي جيئڻ آهه جنجال
ڏينديس باهه پنهور ڪي، وينديس مڏيون ساڙي مال
معلوم توکي مصطفيٰ ، هن هيٺيءَ سندو حال
ڪر پلايون پال، مدايون ميٽي ڏٽي

اٺي ڪڙي ڏينهن خميس جي، ٿيس البت روح اداس
ريءَ قريبن ڪانه هجي، توڙي پلنگين لائي پاس
ڏاريءَ سندو دل ۾، ڪونه ڪيائون قياس
هاڻ ڪاهينديس ڪيچ ڏي، توڙي مرون ڪائِن ماس
سندو لوڪ لباس، وٺي ڪين وجود ڪي.

ڏيئي جذبو جمعي ڏينهن ڪي، نرتٹُون هلي نار
سا ويهي وِرمي ڪينڪي، اچيس ڪين قرار
ساڻ صفائي ساهه جي، هن ڪي بر ٿيو بازار
لڳس ٻاڻُ بروچ جو، پيس جيءُ جٿي ۾ جار
ڪامڻ سا ڪنوار، ٿي رواني روهه ڏي

# سسئي جا ٽيھہ ڏينھن

هن ڪؤن رات رسي ويا، ڪري ڏير ڏمر
سا پھرين ڏينھن پنڌ پئي، ٻڌي سڪ سمر
ريلا روئي رت جا، ڪيائين پاٽي سپ پٽر
ڪڏندي وجي ڪيچ ڏي، لايون ڏم ڏچر
وينگس پنھنجو وَر، آءٌ ووڙيندیس وٽڪار ۾

ٻئي ڏينھن ٻاروچل ڏي، گھمندي ڪيائين گھور
ڏير ڏک ڏئي ويا، ماري تنھن مذڪور
ڪيائين عشق بورائو اڳ ۾، ساڻ ڪنيائين سور
سڪ سانول يار جي، ڪيس اندر منجھہ انگور
ٿيءُ راضي رب غفور، مون کي پنھون ميلج پنڌ ۾

ٽئين ڏينھن روئي رت جا، ٿي نيٽين وھائي نار
سا ٻيبي وتي ٻر ۾، سڏ ڪيون سڏڪار
ڳاڙھو رائو روه ۾، ٿو وسيو ڪري وسڪار
چوٿو چوڙيليءَ جو، لر ۾ لڙيس وار
دوست پرين دلدار، هن تي ڪر ڪا ٻاجھہ ٻيو چوي.

چڙھي چوٿين ڏينھن کي، ڏسي ڏونگر جا ڏاڪا
پنڌ اٽاوا پٽيون، جبل کي جھاڪا

آڏيءَ رات اُٺي ويا، بار بَڌي بانڪا
جنهن سان لعل لهي وٺان، سرتيون سڌ ڏيو ساڪا
ڪوڪ منهنجي ڪاڪا، مَن ٻاروچو ٻڌي اچي

اچي رسيس روهه ۾، پنجين ڏينهن ڪو پَهه
تنهن تان پٽي وار پٽي ڪيا، ڪونہ چڏيائين ڳُهه
عشق آري ڄام جي، ڪئي محبت ۾ مَح
جيڪي لکيو لوح قلم ۾، سو ساهه برابر سَهُه
روح! رضا ۾ رَهه، تہ مليئي ٻاروچو ٻيل چوي

ڇهين ڏينهن ڇٽي پيس، موٽي ڳوڙها مٽي ڳل
سا هلي هوت بلوچ ڏي، پلي نہ ڪنهن جي پل
عشق آري ڄام جي، ڪيس ريءَ سيراهي سَل
اچي جاڳيس جيءَ ۾، جوراٽا ۽ جَل
هڪڙيءَ ساڻ هڪل، پئي پهڻ ڪي پرزا ڪري

جادو لڳس جان ۾، ثابت ستين ڏينهن
سورن شاخون ڪييون، نسري بينس نينهن
اچي اُلٽيس آب اکين مان، جيئن برسي ساونڻ مينهن
هن تي شوق چڙهي ٿيو شينهن، باري برهه بلوچ جو

اٺين ڏينهن آهون ڪيون، ٿي سپ نهاري سير
په ڪيون پچندي وتي، گهر گهٽيون گهٽ گهير

جانيءَ ڪاڻ جبل ۾، پٿون ڪنديس پير
ڏمر ڪري ويا ڏير، وٺي گل غريب جو

نائين ڏينهن نينگر جو، اڇي جهوريءَ پيڙم جيءُ
عشق اٽانگو اديون، رکي نہ ڪنهن جو ريءُ
نڪا سهيلي ساڻ هيم، نڪو ماءُ نہ پيءُ
پرورش ڪندم پنڌ ۾، قادر رب قويءُ
ساهَ! صبر ۾ ٿيءُ، تہ ملئي ٻاروچل ٻڍل چوي

ڏهين ڏينهن ڏکن جا، ورق ڪلي پيس واه
سا پڙهي پروڙي پاڻ ۾، اندر منجهہ آڙاه
رمندي وڃي رهہ مؤن، ڪيون ڪستئون ڪاه
گهوريان گهر پنهل تؤن، هي مڏيون مال متاع
حاضر حضرت شاهہ، هن تي ڪر ڪا ٻاجهہ ٻڍل چوي

يارهين ڏينهن يقين سان، ڪيو ويچاريءَ وارو
اڇي پرٿي پنڌ ۾، نار هٽي نعرو
جاتي سنگتي نہ هيس سڄ ۾، اُتي ڏنس ڏکن ڏيکارو
سورن لاتس ساهہ ۾، اڇي اُتي ڏنس ڏکن ڏيکارو
سورن لاتس ساهہ ۾، اڇي دهہ دهہ دهڪارو
هيءُ سر سڄو سارو، آءٌ بہ رتيون ڪنديس روهہ ۾

ٻارهين ڏينهن ٻروچ جو، اچي ٻيهر لڳس ٻاڻ
نڪو پاڻي پنڌ ۾، نڪو سمر ڪنيائين ساڻ
وري ور وسائيندو، هن پوريءَ سندو پاڻ
جيئن بجلي باران ۾، تيئن پريس محبت ماڻ
اڳ نہ ڄاتم ڄاڻ، تہ ڪو پوندم ڦٽ فراق جو

تيرهين ڏينهن تڪڙي، هلي رضا مجي رحمان
اچي رسج روهہ ۾، تون سولي ڪج سبحان
سا پڙهي حمد حبيب لئہ، زاري ساڻ زبان
ترهو توڪل جو ٻڌي، ووڙي لهندي سانِ
دل مقابل دان، ٿو هادي هر ڪنهن کي ڏئي

چوڏهين ڏينهن تان چاڪ چڪي پيس، هلي روج ٻڌي راڙو
ڏير ڏکي کي ڏک ڏيئي، ڪيائون ڏوٻڻ سان ڏاڙو
عقل مت ڪسي ويس، اتهين ڪيس عشق اگهاڙو
سورن پٽيندي سج ۾، سرتيون تن سکي ٽيس تاڙو
جانيءَ ڪؤن پاڙو، شل جيئري جدا نہ ٿئي

پندرهين ڏينهن پرينءَ جا، روئي نهاري رند
خان پنهل جي ڳٽيءَ ڳاري، سڪ ورتا هيس سنڌ
جهوري جيءُ جهونو ڪيس، جهوري بره وڌا هيس بند
پاڻ هنيون ٿي پٽ تي، سا روئي هئي هئي ڏسيو هنڌ
پنهل خاطر پنڌ، مان ڪنديس ڪشالا ڪيچ ڏي

سورهين ڏينهن سڄڻ جا، سرتيون چڪي پيڙس چاڪ
سا چڙي پيڪا پنهنجا، هلي هيڪل هٽي هاڪ
پنهل جي پيزار جي، آءٌ ڪٽي چمنديس خاڪ
جهتڪي ساڻ جبل ڪي، ڪنديس تاڙيون تڪا طاق
پرور ڏٽي پاڪ، هن ڪي ميلين ٻاروچل ٻيل چوي

سترهين ڏينهن سڄڻ جو، سرتيون باري آيس بار
رڻ ڪاري تنهن روه ۾، ٿي روئي زارئون زار
هو تہ آڏيءَ رات اُٿي ويا، هن جاڳي ڪيو جار
ڪرها ڪاهي ڪيچ ڏي، ٿيا تنهين ويل تيار
منهنجا سڏ سٽي سردار، شل ڪندو ٻاجهہ ٻيل چوي

ارڙهين ڏينهن اٿڻ سان، ڪيائين سورن سان صلاح
دل ۾ ڳٽي ڳالهڙي، چلي منجهارون چاه
اِجهو ٿي اُنن ڪي پُڄان، رمي ورتائين راه
ور خاطر وٽڪار ۾، وجهنديس ڏيهن ۾ ڪا ڏاه
هن ويچاريءَ جي واه ، اچي ڪندو محمد ڪارٽي

اٺويهين ڏينهن عشق ڪيس، اچي ناز نوان
جيئن جمي وڻ واڪو ڪري، تيئن ٿيس اُپري سور سوان
پنهل جو پرديس ۾، مان ڪنهن ڪي حال چوان
هينئڙي ٻولي حق جي، مان ٻي نہ لات لنوان
شال قبول پوان، وجي ديري دوست جي

ويهين ڏينهن ويڙهي ويس، تن ۾ سڪ تمام
سور وڄايس سرتيون، اکين جو آرام
ڪڏندي وڃي ڪيچ ڏي، هل ڪيون هاڳام
اڇي پيو اڻ ڄاڻ ڪي، ديدن سندو دام
ازل ڪؤن آجام، آهه منهنجو ٻول ٻروچ سان

ايڪوهين ڏينهن عشق امارو ڪري، ويس چوٽيءَ پر چڙهي
ويڙهي واسينگن جان ڪئي، هئي خيال ڪڙي
ٻڌي ٻاروچو ويس، اندر جيءُ جڙي
پيس نازڪ ڏاڳو نينهن جو، قابو منڊ ڪڙي
جنهن جي دل اڙي، سا ڪندي ڪشالا ڪيچ ڏي

ٻاويهين ڏينهن ٻروچ جي، من لڳس ميخ
ساڙي ساهه مُئيءَ جو، سور ڏنا هيس سيڪ
عشق آريءَ ڄام جي، ڏنس روح اندر ريڪ
تنهن ڪي ڪاف جهليندا ڪينڪي، آه جنهن جي نظر نيڪ
جيڪو لکيو منجهه ليک، سا هرڪا پاڙي پانهنجو

ٽيويهين ڏينهن تي، اڇي درد سندا دونهان
اڇي سنگتي سڄ ۾، سور ٽيس سونهان
جنهن جا عضوا عشق اُليڙيا، ٽيس ڦٽن جون ڦوهان
لنؤ لنؤ ۾ لوهان، مون ڪي آهن اديون آريءَ ڄام جون

چمڪي چويهين ڏينهن کي، ڪيو شمع شعاع
ڏکي سڀ ڏونگر ويو، پيو پڪين ۾ پڙلاءُ
دانهون ٻڌي دهليو وجي، ٿو جبل جلدي جاءُ
عشق جي اليل جو، جنهن کي آيو گهاءُ
ڪل نہ ٻئي کي ڪا، جن لڳو تن لِکيو

پرٿيس پنجويهن ڏينهن کي، اچي پريان جو پور
محبت وڏي معاملي، هئي چوٽيءَ تائين چور
وڃڻ پريان جي پار ڏي، مون کي آهي ذوق ضرور
دل ڦاسائي دام وجهي، ڪيو ڪوهياري تہ ڪلور
هاڻي محب ڪندو منظور، هي دانهون درد وَنديءَ جون

چويهين ڏينهن چير ۾، ڪري پئي ڪامڻ ڪو ڪارا
وڏي رمز رتيون ڪري، پئي نار هڻي نعرا
پنهل پيچ وجهي ويس، اڏي اندر اوتارا
رمندي وجي رات کي، هيءَ تڪيندي تارا
سڄن سويارا، مون کي ڏي ڍوليا پاند ڍڪ جو

سرڪي ستاويهين ڏينهن کي، هن کي جاڳيا سور سير
راضي ٿيندو روح ۾، ايندو سوال سڻي سرور
ٻڌي عرض ٻڍل چوي، ايندو دم تنهين دلبر
جڏهين وارو ڏيندو ور، تڏهن آءُ بہ سُنهنديس سرتين وچ ۾

اناويهين ڏينهن اندر مؤن، آيس درد سنديون دانهون
پنهل جا پرديس ۾، تي رند ڏسي راهون
پئي دعا گهري درگاهه مؤن، هٿ ٻڌي ٻانهون
هن اجهل جون آهون، من ٻڌي ٻاروچو ٻاجهه ڪري

اٺتيهين ڏينهن عورت، ڪري اُسري الاتوهار
ڪر ڪنيائين ڪيچ ڏي، موڙي منڌ ميهار
مرون انهيءَ ماڳ تي، مليس هاڙهي منجهه هزار
جاتي بگهڙ، باندر، پولا، بچڙا بيحد بيشمار
روجهه، ممان تنهن روه ۾، پيا اُتي ڪن الغار
سره بلائون سج ۾، اچن ڪڏ ڪيون ڪٽڪار
ڦرن چراغ چريا ٿيا، ڪارڻ قوت قرار
جاتي چيتا، ڪيهر ڪيترا، ڪن گوڙيون ۾ گجڪار
گونئر جاتي گورخر، ويس ويڙهي منجهه ولهار
وچون، نانگ لئن تي، ٻيو پوُ ٻُجهي پُلڪار
جڏهن سولي ڪيس سردار، تڏهن سيئي لڪ لنگهي ويئي

ٺُلي تيهين ڏينهن کي، هلي ڪام کهي
وحده لاشريڪ له، ڪيائين سوجهي سٽ سهي
هيس سچائي ساه ۾، سا رڻ ۾ ڪين رهي
آئي لعل لهي، برڪت ڪلمي پاڪ جي.

## سرتين جي سمجھاڻي

سرتين سسئي کي چيو، حال ويھي ھڪ جاءِ
ھو ٿي روانا رات کي، لڏي لوءِ  وياءِ
تون جارئون جاڳينءَ ڪينڪي، صبح سڏ ڪياءِ
ھاڻي ساھ ڪڻي سمجھاءِ، چو مُني پئي آھين معاملي

سرتين سسئيءَ کي چيو، ٻيھر ٻولائي
ھو ٿيئي روانا رات کي، لاڳاپا لاھي
پوءِ ڪيا تنھين ڪاھي، ڪامڻ پوندينءَ ڪيترو

## سسئيءَ جو جواب

جي پنڌ پريان جي پار ڏي، ڪي قرب واريون ڪن
راتيان ڏيھان رمز سان، سڪ ٿي ڪين سمھن
ور جي وسارِن، آھ حيف تنھين جي حال کي

ڪانہ چڪي ٿوَ چاھ مؤن، ڪا سرڪ سندي سورن
پيئو تان پڌر پئو، ڪامو منجھہ ڪورن
ائين جرڪو جيءَ ۾، جيئن تؤ آھي تنورن
ڪا محبت ڪانھيو من، تيلاھون ٿيون طعنا ھڻو

سور جاڳي تان پوي، نہ تہ ڪيھي سڌر سور
جن کي لڳي جڙ جان ۾، ويندیون سي وھلور

## جن ڪي گھايو گھور، اهي پٽينديون پر لئہ

اهي پٽينديون پر لئہ، جن کي لڳو ٻاڻ
ٻاروچل ٻڊل چوي، ويس ڪُھي ڪاتيءَ ساڻ
پنهنجو وجائي پاڻ، ڪيائون حاصل صورت حق جي

ڪيائون حاصل صورت حق جي، چڙهي خودي ٿيا خان
پاڻ وجائي پر لئہ، ملهايائون ميدان
سر نيزي نشان، اچي پهريون ڏريائون پڙ ۾

# سر سورٺ جا بيت

ماڙيءَ آيس منگتو  ويل تنهين وينجهار
تنين سالڪ ٻڌو ساز کي، جهاين جو جنسار
ساز ٿاهي، سر کڏي، کيائين تند تنوار
گز هنيائين گرنار ۾، جنهن جو ڏور پيو ڏهڪار
اتي راءِ ڏياچ کي، پيو ديهيءَ ۾ دهڪار
تنهن کي ٻڌڻ سان ٻڍل چوي، ويوس کيپ چڙهي خمار
تہ اڳ نہ آيو اهڙو، ڪو مون وٽ مڱڻهار
جنهن چوري چت چريو کيو، پيو جيءَ جٿي ۾ جار
هن بہ کپي سو ڪاپار - ڏنو موٽي مڱڻهار کي

ماڙيءَ آيس منگتو، رمي کنهين رات
سو سوال گهريائين رب ڪؤن، ويهي پنهنجي وات
تہ مهت  لهي موٽي وجان، تون ڏاتر ڏيارين ڏات
سو ساز کنيائين سڦرو، سچيءَ سڪ صفات
اتي هُو هُو ٻولي حق جي، اها تندن اٿاري تات
سا ٻاجهاريءَ ٻڌل چوي، پيس لنؤُ لنؤُن اندر لات
پوءِ کنڌ کپي ساڻ ڪات، ڏنو موٽي مڱڻهار کي

ماڙيءَ هينيؤن منگتي، اچي ينديي  ٻڌي يَٺُ
سو هن بہ مايا مال جا، کٽي کيس حوالي هَٿِ
ٻيجل  ٻولائي چيو، تہ آءٌ مور نہ کندس مَٿ

جو سوالي آهيان سر جو، جهڙپي نيندس جهٽ
تاءُ ڏنائين تند کي، وري چاڙهي وَٽ
هن کي تارن تن ۾، کيا فراقي ڦٽ
تئين تندن تاڻ کيس، جيئن سٽياڻيءَ جي سَٽ
پوءِ خان لهي تؤن کٽ، کڻي قابل کنڌ نوائيو

ماڙيءَ آيس منگتو، هل کري هولي
تنهن سالڪ وڄائي ساز ۾، کا ٻاجهاري ٻولي
هن کي راحت راڳ مؤن، آئي لنؤَ لنؤَ ۾ لولي
پوءِ گهوٽ کڻي گهولي، سسي ساهه صدقي کئي

ماڙيءَ آيس منگتو، کري پراهون پنڌ
تنهن وڄائي وقوف سان، تهدل ويهي تند
گز هنيائين گرنار ۾، سوجهي لهي سنڌ
پوءِ هن بہ کپي کڻي کنڌ، ڏنو موڻي مڱڻهار کي

ماڙيءَ آيس منگتو، وري ڦيري واڳ
سالڪ ساز وڄائيو، مٿي تنهين ماڳ
اتي تندن تماشو کيو، اچي رم جهم لايس راڳ
جو لڳس ٻاڻ ٻيو چوي، هن کي جودئون ٿي جاڳ
هو بہ هو سالڪ سمجهيو سُرجو، پيس دلڙي اندر داڳ
پوءِ لکين گهوريو لاڳ، تو سر سوڍا صدقي کري.

# سر سارنگ جا بيت

اج پڻ اتر پار ڏئون، ككر كئي كروڙ
ڇاٽ اني چمڪو ٿيو، ڪئي گاج گروڙ
تون پهچائيندين توڙ، ساٿ پنهنجو سيدا

اج پڻ اتر پار ڏئون، ٿيا كارا ككر كير
اڻا مينهن پٽن تي، ٿيا ڳامون، ڳم، ڳنڍير
ڪليو پياريندو كير، عالم کي انڙ چوي

اج پڻ اتر پاڻ ڏئون، كڍي ككر كام
چڙهي هنباري هليو، لڏي لونگن لام
اچي عربي ڄام، باندي ڇڏائج بند مون

اج پڻ اتر پار ڏئون، ٿيا كارا ككر ميل
طبل وڄائي تكڙا، پٽ كيائون پيل
سارنگ چڙهيم سيج تي، كنيون ساز سويل
بگل باجا بئنسريون، كرنائيون كرنيل
وڻ ٽڻ انهيءَ ويل، ٻهكڻ لڳا ٻيل چوي

اج پڻ اتر پار ڏئون، كڍيا ككرن كنات
سارنگ سنبري آيو، پهريائين پوشاڪ
كٿوري خوشبوءِ جي، تي وڻ مٿي واس
سائين كيا سهاڳ، عالم تي انڙ چوي.

# سر رامڪلي جا بيت

جي ڀائين جوڳي ٿيان، تہ چلي آءُ چئوگان
ساهي ٻڌج سر تي، سورن جو سامان
مري پَئُہ تہ مطلب ٿيئي، ائين فرمايو فرقان
ٻي ٻولي ٻولج ڪانہ، بنا اسم الله جي

جي ڀائين جوڳي ٿيان، رک من منائي
ماري من مٿي ڪري، وڃ خوديءَ کي ڪائي
پوءِ سڄڻ سدائي، آهِ دلبر تنهنجي دل ۾

جي ڀائين جوڳي ٿيان، لنءُ سڀاجهي لات
پنهنجو پاڻ پري ڪري، ظاهر ڪر تون ذات
ويهي ڏينهان رات، اور تون الف سان

جي ڀائين جوڳي ٿيان، دل جي ڪول دري
دوئي جي ديوار کي، طالب هڻ تري
ملامت جي مٿي تي، چڪي ٻڌ يري
پَئُہ تون مرد مري، محبت جي ميدان

جي پائين جوڳي ٿيان، ڪر ڏڙ سسيءَ ڪؤن ڏار
راتيان ڏينهان رب ڪي، ڪر پلپل جي پڪار
هُو جو حرف هٿ ڪري، ڪر لنؤَ لنؤَ ۾ لغار
الستي اقرار، وجي پاڙج پرينءَ سان

جي پائين جوڳي ٿيان، دؤڙي ونج دڳ
هو جو رازق رحيم آ، تار تنهن جي تڳ
عربي احمد ڄام جو، صحيح سڏائج سڳ
پني تنهنجي لڳ، جو اگهاڙن انعام ڏي

جي پائين جوڳي ٿيان، تہ بار ملامت جا کڻ
کپائي خودي جو، وڍي ڇڏجانءِ وَڻ
پيهي وڃ پاتار ۾، ڄايو ناهين ڄَڻ
پوءِ نانگا نعرو هَڻ، ظاهر ذات صفات ۾

جي پائين جوڳي ٿيان، ويهہ محبت پائي من
فاذڪروني اذڪر ڪم ، ائين اُتو ، عجيبن
وٿيون وحدت جون پري، ڏوڙا ڏاڻ ڏين
ڏهاڙي ڏسڻ جون، پيون اکيون عيدان ڪن
ٻي ٻولي ڏيئي ٻن، ويهي اور الف سان

جي پائين جوڳي ٿيان، تہ سامي سک صبر
ڪڍي ڇڏ قلوب مان، ڪينو ۽ ڪبر

محبت جي ميدان ۾، گھور ڪري تون گھر
جڏين صدقو ڪرين سر، تڏين پسين پرڪي

جي پائين جوڳي ٿيان، تہ صفا ڪر سينو
دُرس ڪڍي ڇڏ دل مؤن، ڪبر ۽ ڪينو
دائم وسي تو دل ۾، رانجهن رنگينو
مَن مؤن مدينو، مري پڻُ تہ معلوم ٿيئي

جي پانئين جوڳي ٿيان، سسڪي ٿيءُ تون سوڪ
ائين پچائج پاڻ کي، جيئن ڪِرَ ۾ پچي ڪوڪ
من اندر محبت جو، طالب! رکج طوق
توڙي چريو چوي لوڪ، تہ بہ مڙج نہ منصور جيئان

جي پائين جوڳي ٿيان، تہ صحيح پاڻ سڌار
آڻيو آب اکين مؤن، جر جهجهو تون هار
ن اکيون قابو ڪري، ڪاڏهن ڪين نهار
ڪچ پچ ڪنهن سان ڪينڪي، گولو ٿي گذار
تہ دوساڻي دربار، داد لهين تون دل تي

جي پائين جوڳي ٿيان، تہ ڪڍ قلبئون ڪاڻ
روح پنهنجي رب سان، وحدت ۾ تون واڻ
اندر کي اجرو ڪري، مَن ۾ مؤجون ماڻ
رک تن سان روح رهاڻ، جيڪي واقف انهيءَ واٽ جا

جي پائين جوڳي ٿيان، تہ پڙهہ بره سندو باب
وڄائج وحدت سين، اندر روح رباب
لاهي سانگا ساهہ جا، ڪُسي ٿيءُ ڪباب
اَٿي عين ثواب، سر ڏيڻ انهيءَ سوز ۾

جي پائين جوڳي ٿيان، تہ سک رندن واري ريت
جنهن سان پسين پرڪي، اها ناميان سڪج نيت
پيالو پيءُ پريت جو، پڪي ڪر پريت
ڪري مَنُ مسيت، پڙهہ نمازان نينهن جون

جي پائين جوڳي ٿيان، تہ اڏيءَ تي تون آءٌ
سوريءَ سر سڌو ڪري، جهل گهور پريان جو گهاءُ
خوديءَ کي تون ڪاءُ، تہ ملئي ٻاروچو ٻڍل چوي

جي پائين جوڳي ٿيان، رو روح نہ ٻي در رول
ونحن اقرب ويجهڙو، ڪوهيارو ٿي ڪول
ماري مَن مٿي ڪري، ڳجهو ويهي ڳول
دل جون ديدان ڪول، اچئي بوءِ بهار جي

جي پائين جوڳي ٿيان، تہ مري پاڻ ملهاءِ
سسي ڏڙ ڪان ڏار ڪري، ڪوپا ڪنڌ ڪپاءِ
ٻاري باهہ برهہ جي، دل ۾ ڏود دُکاءِ
تن ۾ تاران لاءِ، ذڪرَ ذاتي ذوق جون

## ڪافي

آيو اڱڻ منهنجي يار
جند گهوري آ، نبيءَ جي ناٺ تؤن

اڱڻ آيو عيدان ٿيون، دوست ڳڏيو دلدار

ويڙهي اسان جي ٿيون واڌايون، گهٽيءَ گهٽيءَ گلزار

حامي هميشه هوت ٻديل تي، سونهن پريو سردار

## ڪافي

سيد آٽي پار پهچايو
جيڏيون جانب پلي ڪري آيو

خير خوشيون ٿيون ملي واڌائي، روشن ٿيئڙا نور الاهي
پاڪ پيغمبر تي پڳ آئي، هادي حق فرمايو

آهي اسان نون خوف نہ ڪوئي، پڙهيو سي ڪلمو ويو ڪفر سيوئي
محمد ضامن آهي سيد سوئي، سرتاج ٿي سمايو

رڳان ٻديل جون تن جون تاران، الف ميم پڙهن اختياران
وچ سيني دي ٿيان باغ بهاران، گلن جوڙ بنايو

## ڪافي

سيد تي راز ٿيو رب جو
ويو معراج تي جاني

نڪو سج هو نڪو چنڊ هو، نڪي ڪتيون نڪي تارا
هيو آدم ڪؤن بہ اڳهين، نبيءَ جو نور نوراني

سچي رب پاڪ فرمايو، مينون ڪا بات ٻولايو
سڻايس يار رسول اللهؐ، اَتحيات نشاني

حضرت پير اچي حب ۾، قدم سردار جو چايو
پيرن ۾ پير آه پڌرو، قطبي غوث صمداني

آڪي ٻيدل روز ازل ڪؤن، لڳي مون ڪي تار آه حق جي
اتي ديکيا مئن پي دلبر، پسي سا پاڪ پيشاني

## ڪافي

سڪان ٿي ڏينهان رات
سيد تنهنجي سڪ ۾

ڪانگل ڏني آٿي وڌائي، پرهہ ڦٽي پريات

روز ازل ڪؤن اصل اسان کي، ڏک پهرايو ڏات

يار ٻيدل وٽ ٿو ڀهڳڻ ٻولي، سوئي سڀاجهي لات

## ڪافي

ادا قاصد وجي چئجانءِ
منهنجي هيءَ دانهن دلبر کي

سڻي دانهون منهنجون مڃ تون، ڪڻي خط هيءُ اُي وڄ تون
چوان جيئن مان تيئن چئہ تون، سڻي هيءُ سوال سرور کي

منهنجي پارؤن ڪجانءِ زاري، پائي ٻَل پاند ٻَچيءَ ٻَاري
چئجانءِ پرين کي هيءَ خبر ساري، مديني جي مير منور کي

ٻڍل کي سوز ٿو ساڙي، ٻُوڙها نت روز وينو ٻَاڙي
چڪڻ مون يار اچي چاڙهي، پوندي شل ٻاجهہ پرور کي

## ڪافي

آءُ ادا قاصد پر ڏهون آئين
مُئي ڏي اچڻ جي هين اڪير؟

اڪڙيون امالڪ اتي وڃي اڙيون، درد سڄڻ جي لاتيون ڏڙيون
نيڻين وهن ٿيون نديون ۽ نير

تنهنجي ملڻ لئي ڪريان ويني حيلا، ڏي ڪو دلاسو ورج وسيلا
تنهنجي اَمن سان چِٽندا اَسير

هيانءُ فراقن ڦٽي ڪيو ڦاڪون، نينهن لڳو هو ننڊڙي لاڪون
توڙئون لکي هئي ائين تقدير

هن تہ مُئيءَ کي ياد ڪيائون، سَلِ سچي ڪر چا چا چيائون
ٻول ٻڌائون من ٺئي ساہ سڌير

آهي ٻيدل کي سڪ سدائي، اصل اوهان جي وحدت وائي
ماڙ ڪجانءِ اچي محمد مير

## ڪافي

شافي مرسل شاھ ميان
تنهنجون سور اندر ۾ ساھ ميان
آءٌ هيڻن جا همراہ ميان

اوکا پنڌ پهاڙ جا، اچي رهبر رسج راہ ميان

پوندي ڪن ڪريم جي، هن آسروند جي آہ ميان

ناقص هن نڌر تي، اچي نبي نر ڪَج نگاہ ميان

ڪر ڪا ٻاجھ ٻيدل چوي، عربي لڳ الله ميان

## ڪافي

وريو اُمت جو وارو ، آيو نبي سونهارو

## ســـونـــهـــن ســـويـــــارو

در در خوشيون خير جو ٿيڙا، گهٽي گهٽيءَ گلزارو

ملڪ ساري ۾ ٿيو مشهور، نور جنهين جو نعرو

صدقي صدقي ساه سڄڻ توئن، سر گهوري نيندس سارو

روح ٻيل جي کي تي روشنائي، ويو اندر جو انڌارو

## ڪافي

پير پڙ ۾ پرجهي پاءِ
عشق تي اَوکو ادا

مرد تيءُ منصور جيان، ڪٽي روح رمزن ۾ رچاءِ
لاهي سانگا ساه جا، سوريءَ تي ڪٽي سر نواءِ

وحدت واري وات تي، پڻُ مام ۾ مانجهي مري
سؤ لڳين صدقو ڪري، اِهو سر ڪٽي گهوري گهماءِ

پيءُ پيالو پرت مؤن، وحدت اندر وڪڙي وڏاءِ
آءُ چلي چوگان ۾، پوءِ ڪات ڪان ڪنڌ نا ڪڍاءِ

الف سان اُجرو ڪري، ڪٽي جسم پنهنجي کي جڳاءِ
ذڪر ذاتي ذوق جو، ڪٽي دل اندر دونهون دکاءِ

ناتي نوايا جيڪي نينهن جي، آ سڌ ٻيل تن ڪي سڄي
سنگت تي سامين سندي، پنڌڙا ڪري پل پل پچاءِ

## ڪافي

تنهنجي عشق ڏني آهي مني مانڪي لولي
ور محب مئيءَ جا سچا ڪر ڪا سولي

جان تان مُئيءَ ۾ لک تي مدايون، آئي هان اوهان ڏي، پاند ۾ پايون
پنهنجي اچڻ جون ڏي ڪي واڌايون، تنهنجي ملڻ ڪاڻ ڳلين تي ڳولي

تنهنجون محب مياريون منهن گهٽا مانڏي، پرين پاڻ سجاڻ ڏس نہ اسان ڏي
هيءُ ساه اٿم ساڻ دلڙي توهان ڏي، اَڻ تڻ اندر ۾ پسان پاڪ ٽولي

اسان تي اچڻ جي ڪر ڪا ستاري، تنهنجن دوست دردن جند هيءَ ٻاري
روئي ٿي روز گهڻو وس نہ ويچاري، انئي پهر اندر ۾ هنئڙي ۾ هولي

هن تان ٻيل ڪي سورن سيڪاريو، تنهنجي عشق عجيب آٽي اُٽاريو
تڳان ٿي تنهنجي تار سگ نہ وساريو، اصلئون اوهان سان ٻانهپ جي ٻولي

## ڪافي

جڏهين نينهن تي ڊولڻ لايو
ڏسڻ مونکي خواب ٿي آيو

صفا ٿي جان هيءَ ساري، ڪليو آهہ چنڊ چوڌاري

اڇي ٿيو يار اعتباري، اڱڻ مهتاب  تي آيو

پيتي سي سرڪ ڪا سچ جي، لڳي آٽي آگ ڪا اڳ جي
هٽي ويو ميخ محبت جي، اديون منهنجو آب تي آيو

ڏنو سي دوست پنهنجو دلبر، صورت جو صاف هو سرور
لنگهائيندو پار مون پرور، اُمت جو ارباب  تي آيو

ٻيدل هن خيال ۾ خوش ٿيءُ، لنگهي وجي مرد تي مئي پيءُ
پتنگ پڙ ۾ سڙي سچ ٿيءُ، سيني ۾ ثواب تي آيو

## ڪافي

اڳ نہ سونهين هيس سور جي واقف
محبت مچ مچايو آه

قدرت تون قربان وڃان مان، مالڪ ملڪ بنايو آه

شڪر ڏنو سي جيئري جاني، آل نبي  گهر آيو آه

عشق ٻيدل کي ڪئي اثباتي، رمزن روحڙو رچايو آه

## ڪافي

عاشق اڇن سر سٿيون
تن من ۾ تار لڳي جن کي

من پنهنجو مدعي مارون،جوان ڏيئي جنگ جهٽيون
منجهہ ميدان ٿا مرڪن مانجهي، بره جي بازي ڪٽيون

روئڻ ريت آه راحت جن جي، قرب هاديءَ جي ڪنيون
لوڪ ساري جا جهيڙا جنيون، سور وارن سر سنيون

دل جون تاران دوست پنهنجي ڏي، هرگز ڪين هٽيون
منجهہ نشي مخمور ڦرن ٿيون، پين وحدت واريون وٽيون

رهبر مرشد راه ٻڌل کي، گهير لنگهايون گهٽيون
شافي آه محمد شاهہ اسان جو، ويندو وڳر سڀ وٺيون

## ڪافي

ڪٿي راند رڻ مان ساري، ڏسون ٿا
بره جي اصل بات ٻاري، ڏسون ٿا

محبت جي مچ ۾، پتنگ جان پچن ٿا، ڪري ساه صدقي قربئون سي ڪن ٿا
عجب هاج تن جي سونهاري، ڏسون ٿا

ڪيو معراج مردن، مٿون نوڪ نيزن، اصل کان انجامي، هيا ساڻ عجيبن
ايها پرينءَ جي پرت پياري، ڏسون ٿا

حڪم سان هليو هوت، قربئون ڪسڻ تي، ٻُڌي نينهن نوبت مڙيو نا مڻ تي
عشق جي اها ذات نياري، ڏسون ٿا

عجب راز سان ٿي، رندن روح ريجهايو، ملي هوت هيڪر پڌر پير پايو
ٻيدل ٻاجهه ڀڳڻ ڀاڄاري، ڏسون ٿا

## ڪافي

دونهان روز دل ۾ هزارين دکن ٿا
ڏاڍو عشق ايذاءُ عضوا ڏکن ٿا

ڏوڏڙا دکائي وئين، مچڙا مچائي وئين
گهايل دل کي گهائي وئين، گوندر گهٽن ٿا

اندر ڪورو ٿو ڪامي ، ڪڏهن ڪين اجهامي
سيپئي عيب مون ۾، سي جيءَ ۾ جکن ٿا

ٻيدل چوي مان جن جي، ٻانهي هان توڙئون تن جي
اچي سڄڻ منهن ڏيکاريو، منهنجا نيڻ سکن ٿا

## ڪافي

عشق ڪري آيو جلوو جنگي
ٿيو هوش عقل حيران

عشق وارن جا پنڌ پرانهون، اوري دين ايمان

نہ مئن سني، نہ مئن شيعا، نہ مئن مسلمان

عشق اساندا ڪعبہ قبلا، عشق دا اعليٰ شان

عشق بيدل چئي اُتي پهچائي، جاتي مڙدن جا ميخان

## ڪافي

عشق وڃايو حجاب، ڦٽ ڦڪري آهہ ڏاج منهنجو

ڳالهيون ڳڻ سڄڻ جا ڳايان، حال اندر جو ڪين ٻڌايان
آيا شوق شتاب، رند ڪي سمجهن راز منهنجو

باري بار برهہ جو آيم، بسم الله ڪري سر چايم
آيا نينهن نواب، طعنا تهمت آهہ لاڳ منهنجو

لڪ لنگهي جڏهين پار پياسي، ملڪ اُنهيءَ ۾ اتي وياسي
ڪونهي ڏوهہ ثواب، عرش اوتارو آهہ ماڳ منهنجو

بيدل محبت ۾ جيڪي مُنيون، سر تي سهنديون جهيڙا جُنيون
برهہ وارن جو آهہ باب، سرتيون سور سهاڳ  منهنجو

## ڪافي

درد بنا ٻيو سمجهي ڪير
اُلٽي  بازي عشق جي آهي

باهہ بره جي ڏي ٽي پٽڪا، مچ ۾ گهري ڪو مرد متير

هيءُ تان ڪار ڪسڻ جي آهي، راند ڪٿي ڪو شير دلير

جيئري جان جلائي پنهنجي، پوءِ پائي هن پڙ ۾ ڪو پير

سمجهه ٻيدل هن ڳالهه ڳجهيءَ جو، لاهوتي ڪو لَهندو پير

## ڪافي

ٻي ڪي ڪين سڻائڻ سور
عاشق محبت ۾ مخمور

لڳڙو جن کي نينهن نرالو، پيتائون پرت پيالو
ٿيا هڪ چڪي ۾ چور

اَلف اندر ۾ ڪين اُجارو، اُڀريو سچ حقيقت وارو
ٿيا نسورو نور

قلب ڪعبو جن جو آهي، ٻي دَر ويندا ڪهڙي ڪاهي
ڪن ٿا هردم حج حضور

يار ٻيدل کي رمز رلائي، رهبر مرشد راه ٻتائي
ٿيو راضي رب غفور

## ڪافي

اڄ سڄڻ مون کي عيد ٿي، جڏهن يار جا ديدار ٿيا

پُر پيالو وئين ڏئي، دل ديواني جنهن ڪئي
ڪلي عين پيون اکڙيون ٻئي، گلبدن گلزار ٿيا

سينو صفا سڀ صاف ٿيو، تنهن ذڪر الله ٿيو
رڳ رڳ اُتي پرواز پيو، غير مڙيئي سڀ گار ٿيا

مئن ڏٺا مهتاب ها، تجلي تڪي ڏاڍا تاب ها
شافع نبي سرتاج ها، ساڻي سچا سردار ٿيا

سڻ ٻڍل سر گھور تون، ٻت پيچي ڪر پور تون
مرد نا منهن موڙ تون، سر صدقي سؤ وار ٿيا

## ڪافي

جن نينهن جا نڪتا پڙهيا
سي پور پهرين وڃي چڙهيا

نينهن جو نعرو هڻي، ويا برهه جي بازي ڪٽي
سڪ ساهه ۾ هيئڙن گهٽي، سي عام ۾ هت نا آڙيا

جوان پيا جئري مري، ڪولي ڏنائون دل جي دري
سرها ٿيا سڪ ۾ وري، تن جا جيءَ جانب سان جڙيا

جن کي لڳي لنؤ يار جي، وسري وين ڪم ڪار جي
طلب هين سردار جي، سي لام ٻيءَ ڏي نا لڙيا

سڻ ٻيدل سي سور ۾، پل پل پرين جي پور ۾
ماندا انهيءَ مذڪور ۾، سي سوز ۾ سارا سڙيا

## ڪافي

اَٽانگو عشق آه اوکو، هزارين مرد ماري ٿو

ڏيئي منصور جان مستي، پياري جام ٿو دستي
وسائي دل سندي وستي، مُئي جندڙي جياري ٿو

نوان نشان ٿو ڪوڙي، جايون اڇي جيءَ ۾ جوڙي
خوديءَ جا خيال ٿو ٿوڙي، جڏهن منهنڙو ڏيکاري ٿو

لائي محبت سنديون موڪان، وڃائي غير ڏيئي چوڪان
بنائي جيءَ اندر جهوڪان، سبق سورن جا سيکاري ٿو

ٻيدل لنؤ عشق لاتي، پائي ويو يار ڪا جهاتي
اندر ٻاهر ذڪر ذاتي، تن من ۾ تنواري ٿو

## ڪافي

چڏي دنيا کي ٻي سر ٿيءُ
دري ڏس دل واري کولي

سجاڻج سر هيءُ سارو، لاهي ڇڏ مرد مونجهارو
وسائج ديس دل وارو، لهي وٺ لعل  کي ڳولي

دنيا جي ڇوڙ تون دعويٰ، ڀڃي ڇڏ غير جا ڪاوا
اڳيون چوندءِ سڄڻ وه واه، سونهين منجهه پاڪ جي ٽولي

مري ڏس در دلبر جو، سچي رب پاڪ پرور جو
تو ۾ آهي نور اَنور جو، سارو اِسرار  اندر ڇولي

چوي ٻيدل مان ڇا آهيان، ڳالهيون ڳڻ  يار جا ڳايان
آهي دلبر مان ناهيان، ٻولي اها يار تو ٻولي

## ڪافي

منصوري اها مام،
عاشق ٻاجهون، ٻيو ڪير سمجهي؟

خيال خوديءَ جا عاشق ٽوڙن، مرڻ ڪنون سي منهن نہ موڙن
ڪسي ٿين قتلام

وجن ڪلالين  ڪامل ڪاهي، ڪنڌ ڪلهن ڪؤن لاشڪ لاهي
جُنگ پِين ٿا جام

محبت واري موج ٿا ماڻن، هر جاءِ حق جي ذات سڃاڻن
ڀڃي دئُيءَ وارا دام

صدقي ساه ڪرن قرباني، فڪر انهيءَ ۾ ٿين ٿا فاني

ٻڏا آ ڏوتن انجام

سوريءَ تي ڪن نہ سر جو سانگو، نينهن ٻڍل تي نسنگ نانگو
ٻيا ڇا ڄاڻن عام

## ڪافي

ڏاڍو عشق عجب رنگ لايو تو
لايو شور مچايو تو

ڪاڻ پنهل جي سر سسئيءَ جو، روهن منجهہ رلايو تو

شاهہ منصور جي چولي اندر، اَناالحق اَلايو تو

هير جي خاطر شاهہ رانجهن جو، نيڻين نير وهايو تو

شيخ صنعان جهڙا عالم عابد، تن جو هوش گنوايو تو

حسن حسين جهڙو شير بهادر، ڪربل منجهہ ڪهايو تو

ليليٰ خاطر مجن ديوانو، ولين منجهہ ويڙهايو تو

ٻنڌڻن لاڪون يار ٻڍل کي، جانب جام پلايو تو

## ڪافي

سمجهه سر سهي ڪر يار
آتي اندر ۾ اسرار

جو دم جيوين رهج فڪر ۾، ذاتي واري ذوق ذڪر ۾
ٻڌ چاتيءَ ۾ چمڪار

بانڪا ڪيڏ تون بره جي بازي، پاڻ وڃائج گم ٿي غازي
ڪر ڏڙ سسيءَ ڪؤن ڏار

ويهي ائٿ اَندر ۾ اورج، راتيان ڏينهان چرخو چورج
قلبيءَ جي ڪوڪار

آه ٻيدل ڪي عشق اول ڪؤن، رمز لڳي تس روز ازل ڪؤن
سرڪي صاف ڏني سردار

## ڪافي

عشق عجب اِسرار ڏنم، بره جو باري بار ڏنم

مجني ڪي لنؤ ليليءَ لاتئي، روئندا زارون زار ڏنم

منصور ڪي ڪنهن محبت ماريو، سوليءَ تي هسوار ڏنم

صوفيءَ جو سر نيزي چاڙهيئون، سامي سخن سچار ڏنم

يار ٻيدل جي ڪول هميشه، دم دم جو ديدار ڏنم

## ڪافي

اَوکو عشق اَديون آفات آهي
هيءَ راند رڻ مؤن مري ڪو ملهائي

لنؤ لنؤ ۾ لوري لڳي آه جن کي، هيءَ سڌ ته ساري خبر آه تن کي
لاهوتي لنگهي ويا، وڪڙي وڏائي

اهڙو عشق آهي، ٿو رمزان رلائي، لڪين مرد مانجهي ٿو خوني ڪپائي
هٽي نينهن پوءِ ٿو ڪونتل ڪڏائي

نظر سان نهوڙي وجي ٿو وڪوڙي، موٽي مرڻ ڪؤن منهن ڪين موڙي
آٽيو اَڏيءَ تي، ٿو ڪوپا ڪهائي

دلڙي ڪسي ويو، پائي يار جهاتي، اصل بيدل کي آهي ذوق ذاتي
دکن درد دونهان، مچ ويو مچائي

## ڪافي

سوريءَ تي چڙهي سر ڏي
دوست ڏسين دلبر يار

پيهي پس پکي مؤن، سونهن پريو سرور يار

محبت تنهنجي من ۾، تون ڏورج ڪين ڏونگر يار

موتوا قبل مر تون، حج پڙهي اڪبر يار

حامي ٻيدل سان هوت ٿيو، آرياڻي انور يار

## ڪافي

محبت واري مام سرتيون، مرد گهڻا مخمور ڪيا

سوريءَ تي ڪن سانگ نہ عاشق، ڪيئي ٿين قتلام

بار برهہ جو بيشڪ باري، غازي ڪٽندا گام

الف جنهين کي آه اندر ۾، ٻيءَ نہ لڙندا لام

ڪڏهن وسارين ڪينڪي، اَلستي انجام

رمز ٻيدل جو روح ريجهايو، جهڙ جان ڏيئي جام

## ڪافي

تنهنجي اکڙين جي اسرار، هزارين حيران ڪيا

پير پيغمبر شاهہ سڪندر، ڪامل ڪلنگي دار
موهي مستان ڪيا

انهن ڪجلين ڪيئي گهايا، ابروءَ جي جهلڪار
ذتاري ديوان ڪيا

عشق مجني کي بر ۾ بيهاريو، ولين ڪيس ولهار
گوندر گهمسان ڪيا

عشق ٻڍل ٿي اوکو اٿانگو، درد لايا ذذڪار
سورن سامان ڪيا

## ڪافي

جنهن کون لڳڙي چوٽ نيٽاندي
سا مست ڦري دل ماندي

راتيان ڏينهان طلب توهان جي، وار ناهيان هڪ واندي

عشق سڄڻ جي آتش ٻاري، هنئڙي منجهہ هيڪاندي

سور انهيءَ جي سڏ سائي ڄاڻي، جيڪا عشق اَري ۾ آندي

اڱڻ ٻڍي جي تي يار ايندو، ڏيندس ٻانهن سيراندي

## ڪافي

حسن هر جاءِ هاديءَ جو، نظر ۾ نور آيو سي

ڪڙا هي يار اندر چولي، گفتا غيب پيو ٻولي
ديدان هي دل جون ڪولي، عجب ديدار پايوسي

جاڏي تاڏي ڏسان جاني، پسي سو پاڪ پيشاني
پهري آيو پوش سلطاني، جنهنجي گهور گهايوسي

لڪي ليئڙو پاتائين، لڪيو پنهنجو قول ڪيائين
”الانسان سري “ چيائين، واعدي خوش ڪرايوسي

ٻيدل جي ڪول پيي دلبر، وسي ويجهو ونحن اقرب
مدد موليٰ سچو سرور، سيني ۾ يار سمايوسي

## ڪافي

هميشه يار جي حب رک، ڇڏي ڏي حرص حيراني

نانگا هڻ نينهن جو نعرو، لاهي ڇڏ لوڪ جو لارو
سيني ۾ سير تي سارو، تجلو نور نوراني

پڇن ٿا پنڌ جي پر جا، سانگا تن ڪي ناهن سر جا
پين ٿا جام ڪوثر جا، لنگهي ٿيا لعل لاثاني

وڃائج وقت نا ويهي، اُٿي تون جاڳ پرڏيهي
هتئون هليا ويا ڪيئي، سڪندر شاهه سلطاني

ٻيدل سوريءَ سر سٽجي، پوئتي پير نا هٽجي
ڏيئي سر هي سر ڪٽجي، رسي پوءِ فيض رحماني

## ڪافي

پنهنجو ڳولي ڏس تون پاڻ، آدم ڪوٺائين تون
رنگ الاهي آهين تون

تو ۾ ڪعبو تو ۾ قبلو، ذات مون ذات جاڳائين تون
بٽيا باغ نہ دل جي اندر، هردم حڪم هلائين تون

دلدل وانگي بت بنايئي، تنهن کي آپ نچائين تون
ونحن اقرب آپ آلايئہ، هڻ ڪيون پاڻ لڪائين تون

پاڻ گهمائين پاڻ گهتائين، بازي آپ بنائين تون
سوريءَ تي منصور چڙهائين، اناالحق الائين تون

ٻيل آکي هر مظهر دي وچ، آپي رنگ رلائين تون
آپي ملان آپي قاضي، آپي درس پڙهيائين تون

## ڪافي

حسن بازار ۾ هر دم، ڪسڻ جي ڪار آ يارو

بره جي باهہ تي پڙڪي، جلائن جا صوفي سڙڪي
ڪوڙا موٺيا پهرين دڙڪي، سچن هنيون نينهن جو نعرو

مڙن اُهي ڪين مردانا، سوين سر تي سهن طعنا
ڪيا هن ديد ديوانا، ڏسڻ سان سير ٿي سارو

قاتل پيار روز ڪوڪارين، لڪين پيا مام سان مارين
جگر جو خون پيا هارين، ڪري جتي سيف سٽڪارو

ٻڍل سڻ مام محبت جي، ونئي وڃ واٽ وحدت جي
سرڪي پيءُ صاف صحبت جي، لاهي ڇڏ لوڪ جو لاڙو

## ڪافي

عشق اُڏامي ويئون
دل جون دم دم  پڪارون پڪارون

عشق اوهانجي هيءُ حال ڪئڙو، هوش عقل سارو گم جو ٿيئڙو
لهي  ويئون لوڪ ميارون ميارون

اهان چو ٿيون چوريو منهنجا چاڪ چڪن ٿا، دل جي اندر دونهان روز دکن ٿا
ڏاڍي محبت مارون مارون

درد منجهارون دل دانهون جو ڪئڙو، عرش عظيم کؤن لنگهي پار جو پئڙو
ياد ٻڍل جون اُڇنگارون  اُڇنگارون

## ڪافي

عشق جڏهن لنؤ لائي ٿو
ننگ  ناموس وڃائي ٿو

لنؤ لنؤ اندر لوري لائي، متيون  سڀ منجهائي ٿو
چوريءَ چوريءَ چوڪان ماري، خون جگر جو ڪائي ٿو

ٿي منصور سوليءَ اُتي، اناالحق الائي ٿو
عشاقن کي آٽي اندر ۾، قرب جا ڪات وهائي ٿو

درد وارا تان دفتر ڪولي، سڪ جا سبق پڙهائي ٿو
الف ڪيا آواز اندر ۾، ٻولين يار ٻڌائي ٿو

لکين لوڪ ڏئي پيو طعنا، نوبت نينهن وڄائي ٿو
مارزگا  رک شرط شاهانا، هر جا حڪم هلائي ٿو

وچ ميدان محبت والي، ڪوپو ڪنڌ ڪپائي ٿو
مرڻ ڪنون تان مول نہ مڙندا، پير پرت ۾ پائي ٿو

يار ٻيدل کي راتيان ڏينهان، جيءَ ۾ جوش جڳائي ٿو
مرشد ميرا حق جي صورت، رهبر راه بتائي ٿو

## ڪافي

هُو هُو  هل مچايو آهہ
لنؤ لنؤ دي وچ لاتِ اِهائي

جاڏي ڏسان تاڏي يار جو ديرو، صورت وچ سمايو آهہ

ونحن اقرب  دائم دل ۾، هاديءَ حق فرمايو آهہ

عشق جي آتش بدن ۾ ڀڙڪي، دردن ڏوڏ ڏکايو آهه

رمز رنديءَ جو راهه ٻيدل کي، پير مغان پرجهايو آهه

## ڪافي

عشق الاهي عقاب
سڪ پڙهايو آهه برهه جو باب

سڪ زليخا يوسف ساماڻو، ماڳ مومل جي رسيو وجي راڻو
سهڻيءَ ميهر لئه وسايو پاڻو، محب مليس مهتاب

سڪ شيرين فرهاد پڪاريو، محبت ليليءَ مجنون ماريو
سڪ سسئيءَ کي ڏونگر ڏيکاريو، پنهل جو نينهن نواب

تخت هزاري جو صاحب زادو، هير کي هت اِرادي آندو
مارئيءَ کي ڪئڙو ڪوٽن ماندو، عمر جي سر تي عذاب

سڪ ڏيکاريو سوئي ميخانو، شوق شراب ڪيو مستانو
ٻيدل دم جو درياءُ ديوانو، سر ڏيڻ آهه ثواب

## ڪافي

درد مچايون ڏڙيون، اکيون اڙيون، قابو ڪڙيون

اکڙيون بحري باز جن، لاشڪ آٽي لڙيون

سک تي سُمهيون ڪينڪي، سور اِنهيءَ ۾ سڙيون

لنؤ لنؤ منجهہ لڳي ويئون، ميخان محبت مڙهيون

سڪ جا سانير روز ٻڍل کي، چٽڪن جيئن چڙيون

## ڪافي

عاشق ٿئين تہ اچ يار
سر ڏي سوريءَ سنيري

محبت جي ميدان ۾، پرواني  جان پچ يار

لاهي سانگا ساهہ جا، رمز انهيءَ ۾ رچ يار

مڙد مڙندا ڪينڪي، سالڪ چوندا سچ يار

روز ٻڍل جي روح ۾، محبت ٻاريو مچ يار

## ڪافي

جيڪي هن عشق ۾ ايندا
سوريءَ تي سر سدا ڏيندا

مٿي سوريءَ عاشق آيا، انهن اڪڙين ڪيئي گهايا

ملهي  ميدان ۾ آيا، منصور جيان موت ۾ ايندا

کنا سي قرب جي ڪاتي، ڪپائن جان جند ڇاتي
جن کي لنؤ ڍولڻ لاتي، اُهي سر گهور گهوريندا

اچن تا پير اڳي پايون، ڏاڍيءَ ڪنهن ڪست مون ڪاهيون
ڪوپا ڏين ڪنڌڙو ڪپايون، اُهي ڳڏ يار سان هوندا

بيدل جئري ڏسي جاني، ڪهي ڪر جند قرباني
تيءُ في الله ۾ فاني، پرين توکي پاڻ سان نيندا

## ڪافي

دلبر ديد ڏيکاري وھ واھ
برھ لائي بهاري وھ واھ

نظر ساڻ سي نين  نهوڙي، مزگان  تير ڪپائن ڪوڙي
وچ ميدان ڪڏائن گهوڙي، حملا ڪري هزاري وھ واھ

چشمن چور ڪئي دل چوري، سک وارا تان سڀڙا سوري
هيءُ سر صدقي يار تون گهوري، جان جسو جند ساري وھ واھ

بره بيراڳي هي من ڪيتم، هوش عقل جنهن سارا نيتم
هٿئون جام حيدر  دي پيتم، نشو خود خماري وھ واھ

عشق بيدل تي اؤکو اٽانگو، عاشق رک نہ سر جو سانگو
لا وارو تون لنگهي پئُ لانگهو، مرشد مام  سيکاري وھ واھ

## ڪافي

اَچ ڪاهي، سر لاهي، عشق الانبو آهي

هيٺو ٿي هل هوت ڏي، خيال خوديءَ جا ڊاهي

جوڳي هليا جوءِ ڏي، سڪ جا سندرا ساهي

منصور کي محبت ماريو، پاڻ چڙهيو هو ڦاهي

سرتيون ٻڍل کي سور جي، ڏور وڏي آهه ڏاهي

## ڪافي

جي سڃاڻين پاڻ کي، ساڳيو آن سلطان تون
عبد جو اولو ڪري، آئين ٿي اِنسان تون

اَول نفي ڪر نانءُ پنهنجو، پوءِ ڏسين اسرار تون
دل مدينو قلب ڪعبو، منجهه مکو ملتان تون

غير وڃائي گم ٿي غازي، آهين نسورو نور تون
موج مستيءَ جي مچائي، ٿيءُ پڇي پروان تون

ڪيئن ڦاسايئي پاڻ کي، هن دنيا جي دام ۾
مڙس ٿي منصور جيان، ڪر سر نيزي نشان تون

سر بيدل ساڳيو سڄاڻج، تو ۾ ظهورو ذات جو
اندر ٻاهر هڪ ئي ٻولي، آن دفتري ديوان تون

## ڪافي

سمهڻ نہ ٿو ڏي سور، دردن ڏوڏ دڪايو

راتيان ڏينهان روح منهنجي ۾، پل پل پوي ٿو پور
ناچو نينهن نچايو

محبت تنهنجيءَ مست ڪيڙو، چاڪن ڪيو آهہ چور
گهور نينڻ جي گهايو

دل اندر ڪعبو قبلو، هر دم حج حضور
پرين پاڻ پسايو

شاهہ علي جو شوق بيدل کي، محبت ۾ مخمور
جانب جام پلايو

## ڪافي

کوليو نينهن نقاب، عقل سڀ عشق اُڏاريو

رمزن واري راز سان، ڀڳو هوت حجاب

روز وڃي ٿو روح ۾، رڳ رڳ منجهہ رباب

قربن واري ڪات سان، هي ڪري ٿو ڪباب

اچي ڪڙڪيم اوچتو، بره جو بحري عقاب

روز ازل کؤن اصل ٻيدل کي، بره پڙهايو باب

## ڪافي

آءٌ تون اڱڻ عيدان ڪيون، ڳڻ تي ڳڏاريون ڪا گهڙي

گهوريان ڏکن جا ڏينهن هي، جيءَ کي جدائيءَ جهوريو
روئندي ڳذاريم راتڙي، ڳوڙها پيم ڳل تي ڳڙي

هتڙا ڪنيون هڪلان ڪريان، دلبر اوهان جي درد ۾
سڏڙا سڻي آءٌ تون سگهو، توسان منهنجي جيءَ جي جڙي

ازل کؤن هيم عشق تنهنجو، ٻيون وايون وسري ويون
هردم جسو جولان ۾، ويو ساهہ سورن ۾ سڙي

مج هيءَ ٻيدل جي منٿ تون، دلبر پنهنجو ديدار ڏي
سر هي سسي صدقي ڪريان، مون وٽ اچو لحظو لڙي

## ڪافي

دل دلبر ويو ٿم کسي، انهيءَ ديدن واري دام سان

ونحن اقرب رڳ رڳ اندر، روز رانول پيو رسي
اها پڪ اٿم پيغام سان

وحدت ساڻ وڪوڙي دلڙي، هردم بينو ٿو هسي
موهي محبت واريءَ مام سان

ڪجليون ڦهري ڪيس ڪرن ٿيون، دانهن دلاور دسي
اها غازي گنوائن گام سان

حاضر ناظر يار ٻيل سان، ڳجهڙيون ڳالهيون ٿو ڏسي
سي ته ڪين سليندس عام سان

## ڪافي

رمز رنديءَ جي راه
سالڪ سمجهن ٻيو ڪير ڄاڻي؟

صدقو يار سڄڻ تؤن، مڏي مال متاع

دونهان درد دکايا، اندر منجهه آڙاهه

محبت جي ميدان ۾، ايندا ڪاهيون ڪاهه

دائم رکن تا دل ۾، ڏسن هرجا هڪ الله

ڪندو ٻاجهه ٻيل چوي، شافع محمد شاهه

## ڪافي

موتوا قبل واري مام
جي سمجهين سالڪ بيهي سر ڏي

پيالو پر مان پيءُ تون، لعل لاهوتي ٿيءُ تون
بيءَ ڪنهن لڙج نہ لام

لاهہ تون سر جو سانگو، ٿيءُ تون نينهن ۾ نانگو
ڇڏ تون خوديءَ جا خام

بيدل آڪي ڏس تون، پاڻ پنهنجي مؤن پس تون
الستي انجام

## ڪافي

اسان رهبر رند سڏايون ٿا
سر جو سانگو لاهيون ٿا

ڳجهڙي ڳجهڙي رمز رلائي، نوبت نينهن وڄايون ٿا

جهيڙا جنيون لوڪ جا طعنا، چمي سر تي چايون ٿا

موتو واري مام پروڙي، سوريءَ سر نوايون ٿا

عشق ٻيل کي روز ازل کؤن، گيت اناالحق ڳايون ٽا

## ڪافي

ويو ڪاريگر ڪڙي ڪڙي
دل ديدن جي دام ۾

راتيان ڏينهان روح منهنجي ۾، موج منصوري چڙهي چڙهي

فوج حسن دي ظالم جنگي، سر عشاقن لڙي لڙي

نينهن نيڻن جي ننڍ ڦٽائي، تو ساه سورن ۾ سڙي سڙي

سڪ ۾ ساريون روز سڄڻ کي، پنا وينءي پڙهي پڙهي

روز ازل کؤن يار ٻيل کي، ويو جانب جادو جڙي جڙي

## ڪافي

بنا محبت سي رب جي
جيئڻ جڳ ۾ ڪوڙو آهي

ٻڻي محبت سندي بازي، ڪيڏن گنوَ گهوٽ ڪي غازي
ريجهائي رام ڪيائون راضي، سوريءَ سِرڙا ڏنائون ساهي

ذڪر ذاتي اُهو چئه تون، ڳولي ڦولي لعل ڪي لهه تون
ڪاهي مچ ۾ پتنگ پئه تون، سانگا سيپ ساهه جا لاهي

محبت منصور کي ماريو، سوريءَ جنهن سر اچي چاڙهيو
اناالحق جو هٽي نعرو، چڙهيو سو پاڻ هو ڦاهي

ٻيدل هڻ نينهن جو نعرو، وجدئون ٿيءُ ويسارو
لاهي ڇڏ لوڪ جو لاڙو، تنهنجو وري عام سان ڇاهي؟

## ڪافي

عاشق ڪري اعتبار، ويا وحدت ۾ گڏجي

ڪنهن کي سٽائن ڪينڪي، اندر جو آواز

ونحن اقرب ويجهڙو، وٺ نہ پائن وار

نعرو هنيائون نينهن جو، نڪري ٿيا نروار

عشق ٻيدل اَوکو اٽي، بره جو باري بار

## ڪافي

هيءُ مام پروڙي ڪير
درد وارن پنهنجي دل ۾ سجاتي

عاشق ائٺ اندر ۾ اورن، غازي ڪپي ويا غير
ذوق جڳائي ظاهر ذاتي

سر بنا هت سودو ناهي، مانجهي اچي ڪو مرد مٽير
دست محبوبان دي ڪسڻ جي ڪاتي

رمز حقيقيءَ جي راه سجاڻي، پر جو لڌائون پير
جان جگر ۾ پائي جهاتي

حامي هميشه هوت ٻيل سان، آذر علي شير
رمز رلائي جنهن اِها لنؤ لاتي

## ڪافي

ڪيئي ڪري قتلام
عشق اٽانگو اصل ڪؤن آهي

بي سر ٿي ڪو کيڏي بازي، گوءِ ڪٽي ڪو پڙ مون غازي
وحدت ۾ وير وريام، جٺري جسم پنهنجي جان جلائي

اوکي اٽانگي عشق دي چاڙهي، دم دم دي وچ ڪسڻ ڏهاڙي
نانهي ڪچن جو ڪام، پتنگ اچي ڪو پاڻ پچائي

بات بره جي بيشڪ باري، عام نہ سمجهن هيءَ سڌ ساري
سمجهي ڪو مرد مدام، سوريءَ آڻي سيس نوائي

سمجهہ ٻيل سر گهورتون سارو، پنڌ پري پيو آ پڙ ۾ پسارو
رند ريجهائي رام، مانجهي اچي ڪو ميدان ملهائي

## ڪافي

ٻاڻ هٽي سو ٻئي ٻئي
دلڙي دلبر يار لٽي ويو

اکڙين اُمالڪ زور وڙهن ٽيون، چوريءَ چوڪان ڏئي ڏئي

دام ديدن جي ۾ يار ڏتاري، قرب سان قابو ڪئي ڪئي

ڳجهه اَندر جون ڳالهڙيون، ڇا ٻڌايان ڇئي ڇئي

عشق ٻيدل کي آڙاهه ٻاريا، ننڊ نيڻن جي وئي وئي

## ڪافي

دلبر منهنجي دلڙي، ڪئي قابو زلف جي تار ۾

سڪ منجهون سڏڙا ڪري، مشتاق تولئي ٿو مري
وڃ پڇي پيرڙا پري، جو عاشق تنهنجو آزار ۾

سؤ پيرا ٿو تولئي پچان، لونءَ لونءَ اندر وينئي لچان
روضي رهبر جي رسان، ديدان اٿم دلدار ۾

تنهنجا ناز نيڻن جا نوان، آهه شمس شرمايو اوهان
کهڙيون ڇئي مان کهڙيون چوان، صفتان تنهنجون سنسار ۾

ٻيل چوي اوڪي اڙي، ويو ساهہ سورن ۾ سڙي
گڏ ٿي گڏاريون ڪا گهڙي، ويهُون نشي جي خمار ۾

## ڪافي

عجب ڏنم اسرار اکين ۾، مام ڏيئي دل مارن ٿيون

عشق سندو آڙاه مچائي، باهيون ٻره جون ٻارن ٿيون

عشاقن تي آيون اُمالڪ، سرڙي سيف اُلارن ٿيون

محبت واري مام سيڪاري، پر ڪري جام پيارن ٿيون

مزگان ماري تير تڪيرا، خون خاصن جا هارن ٿيون

راتيان ڏينهان روز ٻيل کي، سڪ جا سبق پڙهائن ٿيون

## ڪافي

ڱل اڱي مونکي ڪانہ هئي
تنهنجي سور سمجهايو اڇي

پر پيالو پرت جو، پرين پيارو اَچي
مام محبت جي ڏيئي، جنهن روح ريجهايو اچي

ڇٽنگ چولي ۾ پئي، لوچ لچايو اچي

دل ۾ درد فراق جو، آ دوڙ دکايو اچي

ساز سورن جو کٽي، جنهن واه وڄايو اچي
شوق جون ڇيريون ٻڌي، نينهن نچايو اچي

نينهن ٻيدل کي روز ازل کان، يار جڳايو اچي
در در ديواني ڦران، طلب تپايو اچي

## ڪافي

رنديءَ وارو راهه
رمز سڄڻ جي روشن ڪيڙو

اندر تونهين ٻاهر تونهين، تونهين ساهه پساهه

سڀ صورت ۾ سهڻل سائين، آهي پاڻ الله

مڙن ڪين مرڻ ڪؤن عاشق، ايندا ڪاهيون ڪاه

روز ازل ڪؤن عشق ٻيدل کي، ڄاڻي شهنشاهه

## ڪافي

تنهنجي سور ۾ جندڙي ڳري
پرين آءُ اڱڻ مل مون وري

تنهنجي سور جون تندوريون تتيون، نت روز ٿيون روئن اکيون
پانڌي پڇان توڏي تکيون، توريءَ سڄڻ هت نا سري

تنهنجي سور جا دونهان دکن، ڏوريان ويئي ڏک تا ڏکن
مئي مون آهيان سي تا ککن، محبت سندو مچ ويو ٻري

تنهنجو سور مان کنهنکي سلان، ڏک جوش ۾ ويئي جلان
چڙهيو عشق تنهنجو کري آيو هلان، پيو دام دل کي ٿي هان ٻري

ٻيدل آکي کر کا پلي، تنهنجي آئي ٿي سرهي ڳلي
پياري جام ويو حضرت علي، خانا کليا دل جي دري

## کافي

آٽي اُمالک اَڙيون
ديدان دلبر توسان

نينهن جنهين کي نسنگ نهوڙيو، سور انهيءَ ۾ سڙيون سڙيون

ميخان محبت جون يار هٽي وئين، جان جگر ۾ جڙيون جڙيون

رويون رويون راه نهاريان، خيالِ انهيءَ ۾ کڙيون کڙيون

راتيان ڏينهان روز ٻيدل کي، درد لاتيون هن ڏڙيون ڏڙيون

## ڪافي

حسن هلان ڪري آيو
برھ لڳو سر ٻاري

راتيان ڏينهان ننڊ نہ آوي، طلب توهان جي تايو
جان جلي جند ساري

درد اوهان جي دود دکايا، محبت مچ مچايو
برھ ڦوڪي ٻاھ ٻاري

عشق اوهان جو اڳ مون نہ ڄاتو، سورن ڪٽي سمجهايو
ڏکن ڏني آھ ڏيکاري

عشق اوهان جو اصل ٻڊل ڪي، ننڊڙي جو نينهن نياپو
تار تڳان تنهنجي تاري

## ڪافي

ڪيهي تنهنجي آھ ذات
ڪہ ڙي ڪبوتر هت ڪيئن آئين؟

سَل سچي سڌ ڏي ساري، ملڪ گهمين تو گل گلزاري
پيدا ٿئين پريات، قسمت آڻي ڪارڻ رهائين

وچ بدن جي تنهنجو اوتارو، باغ چمن ۾ وئين بهاريو
منڙي لوين ڪا لات، حال پنهنجي جي ڪا خبر سڻائين

جن مڪو توڪي جوڙ مان جوڙي، خيال خوديءَ جا ڇڏ سڀ ڇوڙي
تن جي ڪرين نہ تات، موڳا ماري نٿو من منائين

آءٌ جو آڪان ائين توسان، ڪر حال پنهنجي جي ڳالهہ ٻيدل سان
گهمين ڦرين ڏينهن رات، ٻُليءَ ٻُليءَ تي پير تو پائين

## ڪافي

سوريءَ سانگ نہ ڪن اڇي سر ڏين
عاشق جئڙو جلايون

آڙاهہ ٿاندا آگ جا، جيءَ ۾ جهڙ جهڙ تا ڪن، ڌوڌ دکن
من ۾ مچ ويا مچايون

ڦرهيون جن جي هٿن ۾، ساريون سبق پڙهن، روز رڙن
نيٽين سي نار وهايون

جن کي خوف خدا جو، سک تي ڪين سمهن، ننڊ نہ ڪن
ويا پنهنجو رام ريجهايون

اورن ٻيدل سي الف سان، منهن پائي سر مونن، روز ڏسن
جانب جهاتڙي پايون

## ڪافي

گھنڊ کول، ڪِلُ پيارا
دلبر خدا جي واسطي

چشمان جڏھن تو چائين، لڪين گھور سان تو گھائين
وجھي دام دل ڦاسائين، ڏئي اَبرن سندا اِشارا

محبت وڏي ھان ماري، ڳٽتي تنھنجي تي ٻاري
پيو ساھ توکي ساري، پل پل ڪريان پڪارا

مچ ھيءَ ٻيل جي آزي، ڪر رحم تيءُ تون راضي
عاشق گھڻو اُداسي، تو لئہ سڄڻ سوپارا

## ڪافي

ڏاڍيون عشق رمزان لايون، نشي نينھن جي نھوڙيو

لونءَ لونءَ اندر ڏي لونھان، درد دڪايا دونھان
ڦنڙا ڏين تا ڦونھان، پڙڪن برھہ جون باھيون
لڳي آگ جنھن پتوڙيو

رڳ رڳ اندر ڏي ريلا، لڳڙا بره دا ميلا
آيا دم دم ڪسڻ دا ويلا، وجي گھور سان تو گھايون
ڪنو خوب اچي جنھن ڪوڙيو

ڏنو جنهن عشق اِشارو، پر مون نشو پيارو
سورن سبق سيکاريو، بوندان بره وسايون
وٺي وره مون وڪوڙيو

ٻيدل چوي ٿو جائي، لنؤ عشق ڏاڍي لائي
وئي آهہ عقل جي وائي، وجي تن کي طالب تايون
جھڳو بره جيءَ ۾ جوڙيو

## ڪافي

جي تون عاشق مري ٿيءُ موچارو
گھوري گھور ڪر تون سر ساه سارو

جي عاشقن ٿئين تون ڪلي راند ڪٺ تون، پائي پير پڙ ۾ پوئتي نہ هٽ تون
سوريءَ تي سر ڏي، ڪر پڙ ۾ پسارو

عاشق ٿئين تان ڪر جند فاني، جنگ جام پيءُ تون پيالو حقاني
ٽٻي مار جر دي هٽي نينهن نعرو

سڻ تون ٻيدل عاشق اُهيئي، لاهي لعل ٽيئڙا سانگا سيئي
قالو بليٰ جو ڪيائون سخن سچارو

## ڪافي

لائي تار تن ۾ سهڻي يار مانکي
موهي مست ڪيڙو ديدار مانکي

محبوب مُئيءَ جا اچي غم گنوايا، ڪري چهرو گلابي اڱڻ منهنجي آيا
ڏنو جام پيالو سردار مانڪي

تون آهين ننگ پرور سردار سڀ جو، توتي نوراني آهي راز رب جو
وٺي نال نيندين مختيار مانڪي

دل ناز تنهنجي آ نهوڙي، وجهي پيچ پرتيون ويو وره وڪوڙي
هنئين ميخ من ۾ مننار مانڪي

ٻيل آڪي سڪ آه جنيجي، ٻانهي مان آهيان توڙئون تنهنيجي
پرين پاڻ ڪؤن ڪندا نہ دم ڏار مانڪي

## ڪافي

اکين کي عجب کو نشو نينهن لايو
ابرو سيف سجي حڪم ٿا هلايو

ڪريان دوست دانهون، ٻڌي يار ٻانهون
تڪيان روز راهون، پرين پاڻ پسايو

بچي باز بحري، ڪيئي بي قراري
دلڙي دام ماري، جسو تو جاڳايو

وئين دل جاڳائي، ليئو لعل پائي
ڏاڍي تار لائي، بره تو بچايو

ٻڍل ھي سگ تيرا، ڪريو يار پيرا
اَچي محب ميرا ، پڙ ۾ پير پايو

## ڪافي

ڳَل لوڪ کي ڪيھي پوي، ھن عشق جي اسرار جي؟
ديدار ريءَ ڪانھي دوا، ھن بره جي بيمار جي

عشق جنين سر آئيو، سي محبتي محو ٿيا وتن
کويا وتن خمار ۾، ڏٺي ديد تن دلدار جي

لنؤ عشق جي جن کي لڳي، سي لاھوتي وجي لعل ٿيا
نعرو ھنيائون نينھن جو، ڪيائون ڏڙ سسيءَ ڪؤن ڏار جي

جن سرڪ صحبت جي چکي، سي سور نہ ڪنھن کي سلن
سامي سدا ھن سير ۾، وتي نہ پائن وار جي

سر ٻيدل صدقو ڪري، آپي پون آڙاھہ ۾
شھادت شوق مون ٿين، اتن سڪ سچي سردار جي

## ڪافي

بره ڪيو بيتاب، سورن آٽي ڏم ڏم لائي

بره کوڙيون آٽي تنديون تاران، ڏور پون ٿيون تن جون پچاران

روح ۾ وڃي ٿو رباب، رانول آڻي ڪا رمز رلائي

سور سڄڻ جا سلڻ جا ناهن، ڪنهن ڪي سلميان مان پاڻ سان آهن
شوق تي ڪڙي مان شتاب، محب ملڻ جي آهي سڪ سدائي

عشق انهيءَ ۾ جيڪي جو اَڙيا، سور جا تنين مسئلا پڙهيا
سينو ڪيائون صاف، خان خودي ڪي وينا ڪائي

ٻيل لڳو ٿي نينهن جو نعرو، منزل ماڻي ٿيءُ موچارو
ڪسي ٿيءُ ڪباب، دل جا درسن ماڻ الاهي

## ڪافي

مان جو مران ٿي، تو دير لاتي
ڪج يار پيرو، ڪنبي جند ڇاتي

ڏک هي ڏکن ٿا، دونهان دکن ٿا
باه تو جا ٻاري، پائي يار جهاتي

ٻڌي يار ٻانهون، ڪريان روز دانهون
ويني روز روئان، توسان دل ڦاتي

آهي ٻيل ڪي، عشق الاهي
ڪڏهن يار ايندو، خبر ڏي تون خاطي

## ڪافي

تنهنجي وائي آه وات، پرپات، مٺي لات
ڪانگل ڪا سڏائي

سنيري سامي آيو، موٽڻ مشڪل بات

ڏسندي ڏينهن گذاريان، سڪ ۾ ساري رات

روز ٻيدل ڪي روح ۾، طلب توهان جي تات

## ڪافي

تنهنجي بره ٻڌا اٿم بار، مل يار تنهنجي تار
مُئيءَ ڪي ملڻ جي

وٺي وره وڪوڙيو، واندا ناهن وار

پالج پورهيائت ڪي، مان ۾ ٿي عيب هزار

هج هميشه هتڙي، دلبر ٿيءُ نہ ڌار

ڪر ڪا ٻاجهہ ٻيدل چوي، صاحب لڳ ستار

## ڪافي

عشق جي منزل زور راند ڪرڻ مون چائي
جيئري مري ڪو ميدان ملهائي

چڙه سوريءَ تي ڪر نہ ڪو سانگو، آهي اصل ڪؤن عشق اٽانگو
هيءَ سر گهورڻ گهور، ڪوپا ڏي ڪنڌ ڪپائي

عشق جي بازي جيڪو ئي لڳائي، پرواني جان پاڻ پهچائي
بت پيجي  ڪريو پور، عاشق جان جلائي

يار زوراور  زهر جو لاتي، هٿ پريان جي ڪهڻ جي ڪاتي
ماس ڪلهن تؤن ڪور، ڏي تون لڱن تان لاهي

ڏس ٻيدل تون هردم هادي، يار وچائي تو گلن سان گادي
پنهنجي اندر ۾ اور، جانب جهاتڙي پائي

## ڪافي

جي عاشق ٿئين تہ چڏ عام ڪي
وجود مؤن ڏس چام ڪي

لنگهي عام ڪؤن عاشق چتا، ڪاتيءَ بنا پيا تي ڪنا
في الله ۾ نيئي ڪتا، محڪم مليا اسلام ڪي

جيڪي عام ڪؤن پاسي پيا، تن دل جا درسن مڙيئي ڪيا
صاف تي سمجهي ويا، مردن ڇاتو هڪ مام ڪي

پٽي عين ڏس وجود جا، پوءِ دور ڪر محبوب جا
تو وٺ تنبو حبيب جا، روح ۾ تون ڳولج رام کي

رخ تي بيدل ريهي اِهو، پيچي پرين جو پيچ پيو
قالو بلىٰ تي قول ڪيو، ياد ڪري انجام کي

## ڪافي

ڏسي جانب جو جمال
درد ديوانڙي ڪئي هان

جانيءَ ريءَ جهان ۾، ساعت پانيان سو سال

صدقو يار سڄڻ توُن، مڏيون هي سڀ سال

قاصد چئج قريب کي، هن هيٺيءَ جو حال

آءُ اڱڻ تان عيد ٿئي، سڻ بيدل جو سوال

## ڪافي

اَچي لڳي توسان ياري، جنهن مون کي باھ برھ جي ٻاري

آهون دانهون سڻ تون مئيءَ جون، دوست ڏجانءِ دلداري

ڏتڙءِ پيالا محبت والا، نينهن نشو ٿيو خماري

سور سڄڻ جا ڦٿ چاڪ اندر، رو رو ڪريندي هان زاري

مهر مولا جي ٻاجهه ٻيدل تي، صاحب ڪئي آه ستاري

ڪافي

جتي عاشق هڻندا نعرو
اُتي سرواهن جو سنڪارو

شوق شمع تي اچن تا ڪاهيون، ڪنڌ ڪلهن ڪان ڏين تا لاهيون
پتنگ پنهنجو پاڻ پچايون، پڙ ۾ ڪن تا پسارو

اڏي عجيبن ڪسڻ جي ڪوڙي، عاشق ڏين تا سر اچي ٻوڙي
مڙن ڪين مڙڻ ڪؤن، توڙي سر ڏين تا سارو

لامڪان ڪؤن ٿيڙا نازل، حق تنهين کي آهي وري حاصل
بيشڪ آهن بالله واصل، عرش ڪن تا اوتارو

سمجهه ٻيدل کي چڙهيون فوجان، دم دم دل تي آون اوجان
عاشق ماڻن مرجان موجان، هڻي نينهن نغارو

ڪافي

تنهنجي حسن سڄڻ حيران ڪيو
ديدان دام وجهي ديوان ڪيو

طلب توهان جي ڪا تات اٿم، وائي مڻي ڪا وات اٿم
ڏک تنهنجو ڏينهان رات اٿم، برهه ٻت پڃي بيران ڪيو

لنؤ لنؤ اندر مان ويڻي لڇان، دم دم دانهون ڪيان پانڌي روز پڇان
بره بار آيا ڪنهن سان ڪين ڪڇان، سورن ساه اندر سامان ڪيو

تنهنجو سور سڄڻ مان ڪنهنکي سليان، بره باهه ٻاري جوش منجهه جلان
طعنا لوڪ ڏئي جهولي آءٌ ٿي جهليان، هيڻو حال ڏسي ارمان ڪيو

جن اِنسان ملڪ حوران ديو پريون، تجلي تاب تنهنجي چوري ڪيون سي چريون
ڪُنيون قرب تنهنجي ڪيون ذوق ذريون، موهي ملڪ سارو تو مستان ڪيو

آءُ تون ٻيدل جي ڪول مڻا، نالي نانءِ الله جي ڪجهه ٻول مڻا
ماڻو محب ڇڏي گهنڊ ڪول مڻا، توتان جان جسو مان قربان ڪيو

## ڪافي

يار بنا ٻيو ڪير، گهٽيون گهير ٿو گهمائي

ونحن اقرب ويجهڙو، تنهن ۾ فرق نه آهي ڦير

هندو مؤمن هيڪڙو، ناهي ويري نڪو وير

وڻ ڪستوريءَ واسيا، سرها ٿيا سڀ سير

اگڻ ٻيدل جي عيد ٿي، پرينءَ پاتو آه پير

## ڪافي

سگھو موٽج يار، توکي وينا ساريون
سچ جي سرڪ صاف وئين ڪا پياريون

تنهنجي سورن جي ڪھڙي ڳالھ ڪريان، پائي پاند ڳچيءَ پر جي پيش پوان
ابرو عاشق تي ڪن ٿا ڪان سنوان، ڏاڍي چوه چنڊيون وڙهن ويچاريون

تنهنجي سڪ ۾ يار سدا ٿي هيءَ سڪي، پروانا پر ڏي رويون روز لکي
من ڪي محب اچن ويني واٽ تڪي، منهنجي ڦٽن جو تو وٽ دوست دارون

عشق هو ٻڏل ڪي ٻنڌڻن لاڪون، چو محب ڏڪين منهن عجيب اسانکون
روحڙو آه رتو تن هي توهان ڪؤن، دم نہ ٽجاڻ ڏار توڏي ٿا نهاريون

## ڪافي

اکڙيون عشق حسن ريهي ريجهايون
روئن روز گھٽو پر ڪي پچايون

لڳو آه عشق حسن ڪندي هان ڪوڪارا، ديميون ۾ ڏڏڪار نينهن جا نغارا
محڪم مئي تي آهن يار پيارا، تنهنجي سڄڻ سور تندڙيون تپايون

تنهنجي عشق حسن فوجان اتاريون، لڳي آه جنگ جائي اچن خماريون
سيف نيڻن جي هڻن اُلاريون، طرحين وجهي تاب وجي دلڙي گھايون

يار ٻيل وٽ باغ جوڙي بڻايو، ڪليا گل هزار مصلہ وڇايو
سر تہ آدم جي ائين آلايو، سيني اندر صاف ڏسو ليئڙو پايون

## ڪافي

مام ڏئي دل ماري ٿو
اها عجائب عشق دي چالي

هٿون حيدر شاهہ علي جي، پيالا جام پياري ٿو

اناالحق جون ٻوليون ٻولي، سوريءَ سر سينگاري ٿو

مژگان  تير نين  تفنگي، ڏاڙي خاطر ڏاري ٿو

روز ٻيل ڪي رمزان لائي، اولانبا تہ اتاري ٿو

## ڪافي

مڙد ٿي ميدان ۾، ڏي سر سينگاري يار ڪي

سر جي دعويٰ ڇوڙ تون، منهن نہ مچ ڪؤن موڙ تون
جايون جيءَ ۾ جوڙ تون، ڏس دل اندر دلدار ڪي

الف ڪر الله تون، وٺ پريان جو راه تون
ڇو ٿيو آهين گمراهہ تون، ياد ڪر پنهنجي اقرار ڪي

دل جا پردا کول تون، روح نہ ٻئي گھر رول تون
پاڻ ۾ پيهي ڳول تون، ڏس نوري تجليدار کي

ڪٽ ٻڍل بازي اِها، لاهي ڇڏسي لوڪ جا ليا
خيال وڃ خطرا ٻيا، ڏس سڪ منجهون سردار کي

## ڪافي

ٻڌو جن شوق جو شملو، سورهيہ سوريءَ سيئي چڙهندا

ڪئي مون تي عشق احساني، دلبر دل مان لڌم جاني
ڪيو سي سير سبحاني، الحمد ياد سي پڙهندا

جيڪي لنگھي گام ٿيا غازي، ڪٽي تن بره جي بازي
ڪيائون نفس سان تعدي، اُهي رانديون رڻ مؤن ڪٽندا

ٻڍل هيءُ پنڌ تي ذر جو، پسڻ ٿيندو تڏهن پر جو
سانگو لاهڻ جيڪي سر جو، نعرو اُهي نينهن جو هڻندا

## ڪافي

من پنهنجي کي مار مار
سر ڏئي سرهو ٿئين تون

من مسيتيون قلب ڪعبہ، يار جو دل ۾ ديدار
جي ڏسين جئري مري، تو ۾ وڃي تند تار تار

سر وڃڻ سودو ڪرڻ، اهو عاشقن انجام يار
اهي ري ڪاتيءَ ڪنا وتن، لانگها لنگهي پيا پار پار

عشق جي ٻڏل چوي، جن کي اديون لوري لڳي
سي سمهي ڪيئن ننڊ ڪنديون، اهي روز روئينديون زار زار

## سر سسئي

### ڪافي

پنهل شل پرچي آلا، ٻاروچل ٻانهيءَ سان

گهوريان مٿون گهوٽ جي، مال مڏيون خرچي آلا

ماڙ منديءَ تي مصطفيٰ، گهوٽ تنهنجي گهرجي آلا

سام پرتيءَ سيدا، ولهيءَ تي ورتيئي آلا

ٻاروچل وٽ ٻڏل چوي، سو سر سسي ڏرجي آلا

### ڪافي

ڏکن جون ڳالهيون چونديس پنهل کي
اٿم اميد وري ملندو شال

رمز سڄڻ جي دل ريهي، پنهل پڪي منهنجي ايندو پيهي
صدقو سڄڻ تون مڏيون هي مال

طعنا تنڪا ماٺهو ڏين مهٽا، اهي پاتم ڪري ڳل ڳهٽا
سي مون سونهن تا موتي دُر لعل

مرض محبت جي جو آه ڊپ نڪو دارون، هيانءُ فراقن، ڦٽي ڪيو ڦارون
يلا ڪري ييرو ننگي ننگ پال

سرتيون سور سبق سيکاريم، منهن تون گونگهٽ وري عشق اتاريم
درد لائي آٽي دل تي ڏمال

لڄ شرم سڀ عشق وڃايم، ڪيچ ڪشالو پرين پنڌ آيم
بيهڻ پنيور ۾ مون ڪي آه جنجال

موهيو ٻيل ڪي موٺي عشق اوهان جي، چور ڪئي دل طلب توهانجي
ساعت سڄڻ ري يانيان سال

## ڪافي

عشق نٺو ڏي آرام، بره بيراڳڻ ڪئي آهيان

هوت هٽي ويم هٿ سان، من ۾ ميخ مدام

قابو ڪوهياري ڪيو، وجهي لنءُ لنءُ ۾ لغام

نينهن نهوڙي ناڙ ڪيم، تن ڪي وٽي نه طعام

ٻُڌي ساه سڌير ٿيو، پرين جو پيغام

سگ  ٻيدل هي سيدا، گولو آءٌ غلام

## ڪافي

آيو ٻاروچل آيو، جنهن رمزن  روح ريجهايو

سڪ پريان جي ساه ۾، سو تان هاديءَ  هوت ملايو

راتيان ڏينهان روح کي، طلب اوهان جي تايو

دونهان درد دکايا، سو تان محبت مچ مچايو

سمهان سمهڻ ناه ڪو، سو تان جارؤن يار جاڳايو

لڳو ٻاڻ ٻيدل چوي، سو تان گهورَ پرينءَ جي گهايو

## ڪافي

ووڙينديس ور، پيلي سپ بر، پنهل تؤن پاڻ مان گهوريان

ماري دردن ڪيس ماندي، پڇايان مان يار جا پانڌي
وره ڪؤن وار ناهيان واندي، ڪيي سر هي ڪلهن تون ڪوريان

ڪاڪيون ڪيچ ڏي ويندس ڪاهي، سورن جو سندرو ساهي

چپر چولڻ مانکي چاهي، مليو ڏک ڏاج تي ڏوريان

پکي منهنجي پنهل ايندو، ورتيون هي نال نماڻي نيندو
دلاسا يار اچي مون ڏيندو، چرخو تنهن يار لئہ چوريان

آکي بيدل ٻڌيءَ ٻاريو، وڇوڙي يار جي مون کي ماريو
سورن منهنجو ساه بيکاريو، هنئين جو حال کنهن سان اوريان؟

## ڪافي

ڏاڍو نينهن پنهل مون سان لايو تو
لايو تو، بره بچايو تو

ستي پيئي هيس سيج پلنگ تي
جارئون يار جاڳايو تو

شوق محبت جون چمکن چيريون
ناچوءَ جان تہ نچايو تو

يار بيدل کي روز ازل کؤن
جانب جام پلايو تو

## ڪافي

سجڻ ريءَ نہ سري ڪا، پينر هن پنيور ۾
دردن ڏوڏ دکايا، اندر آگ ٻري ڪا

محبت منهنجي من ۾، ڪج نہ ڏول ڏري ڪا

سمهان سمهڻ نہ اچي، چاڪن ڪيس چري ڪا

لنؤ ٻڏل ڪي لعل ڪيو، ڪلي دل دري ڪا

## ڪافي

اديون عشق آريءَ جي، مون وانگي مُني ڪا

برسر بوند بره جي، اوچتي اُني ڪا

ووڙيندي وڏڪار ۾، بر ۾ ٿيس ٻُني ڪا

آءٌ نہ سگهيٽي سسئي، جيڪر هيس جُني ڪا

ڪانہ ڏني مون ڪڍهن، ريءَ قصور ڪُني ڪا

لائق ناهہ لطيف چئي، پرڪي ڏيڻ پني ڪا

## ڪافي

گهاريان ڪيئن گهڙي ڪا، پينر هن پنيور ۾

دل تہ دلبر يار سان، اوچتي ئي اڙي ڪا

سور پچو ها سرتيون، لحظو هت لڙي کا

ميخ محبت جي من ۾، اندر منجهہ جڙي کا

دل ٻڌل دانهون ڪري، سورن منجهہ سڙي کا

## ڪافي

ور ڏي ويندیس، منهن نہ مٽينديس
پينر پنيور جون گهوري گهر ماڙيون

جيڏيون جتن مون کي ڪين جاڳايم، سفر سورن جو سر تي آيم
ڪيچ ڪاهينديس، لک مؤن لتاڙيون

جيڏيون چو ٿيون مون کي جهليو، کيو چپ چوڻ کؤن، پنهنجو پاڻ پليو
ٻول ٻڌا اٿم وجي پت پاڙيون

ڪانڻ پيئڻ زهر تي پانيان، حال اندر جو ڪنهن کي ٻڌايان
عشق ڏنيون آٽي ٻاري کي اُماڙيون

نندڙي نيڻن کي ڪين اچي ٿي، عشق جي آتش من ۾ مچي ٿي
سور سجڻ جا وجن ٿا ساڙيون

جيءَ ۾ ٻڌل ٿم جن جي جهوري، هيڪل چڏي ويا چپر ۾ چوري
روز رڙان ٿي ڳوڙها ڳل ڳاڙيون

## ڪافي

ور لئي ڪنديس وس، يار لهنديس لعل لڪل مؤن

انگ لکيو منهنجو اڳهين، آءٌ ڪيئن ميٽيان مس

ووڙينديس وٽڪار ۾، ڏيهہ ڏيندو مانکي ڏس

ڪاهيون وينديس ڪيچ ڏي، ونيء گورن جو گس

ايندو ٻاروچل ٻيدل چوي، ڪو پوندس شال ترس

## ڪافي

سڄڻ تؤن ساه هي سرتيون، ڪري آءٌ گهور گهورينديس

چڏي سرتيون سيئي سانگا، ڪاڪيون آءٌ ڪيچ ڪاهينديس
پنهل جي ڪاڻ ڪري پنڌڙا، وجي آءٌ ڏيهہ ڏورينديس

سمهڻ سپ ساءُ ويو سرتيون، وڇوڙي يار جي ماريس
سٽي سڏڙا ايندو عربي، ويهي پنهنجو حال اورينديس

ٻيدل ڪي عشق آريءَ جو، ازل ڪؤن هو اڳي جيڏيون
ٻانهي گولي تنهنجي در جي، منهنڙو مان ڪين موڙيندس

## ڪافي

رمزن روح رتوڙي رتوڙي، خان پنهل جي جيڏيون

درد سڄڻ جي ڪيا دل منجهه ديرا، جوش جلايم جيڏيون جيرا
من ۾ مچ متوڙي متو ڙي

سڪ سڄڻ جي شور مچايو، ناچوءَ وانگر پوءِ نينهن نچايو
ڪاڪيون ، قرب ڪنوڙي ڪنو ڙي

راتيان ڏينهان اندر اداسي، پر جي ڪاڻ مان گهڻو پياسي
پرت آهيان پتوڙي پتو ڙي

عشق بيدل سان ڪئي اثباتي، ظاهر ظهور ٿيو ذوق ذاتي
وره وڪوڙي وتو ڙي

## ڪافي

ڏيهه ڏيندو مانکي ڏس ڏيرن جا، ڪيچ وينديس مان ڀي ڪاهي ڪاهي

راتيان ڏينهان اندر اُداسي، ساه سڄڻ ڏي ساهي ساهي

ويندس رهنديس ڪينڪي، لاڳاپا سڀ لاهي لاهي

لنؤ جو لڳڙي روز ازل کؤن، پيچ پنهل توسان آهي آهي

عشق بيدل آه جن کي اندر ۾، تار ترڻ تن کي چاهي چاهي

## ڪافي

لونءِ لونءِ منجهہ لڳي، ڪا ٻولي ٻاروچل جي

تار طلب جي تن ۾، وحدت ساڻ وڳي

هلو تہ ڪاهيون ڪيچ ڏي، پينر ڪيو نہ پڳي

چوري چاڪ چريءَ جا، دلبر دل ٺڳي

دل ٻيدل جي دلبر جي، دردن منجهہ ڏڳي

## ڪافي

ٻاروچي ٻولي، ڙي يار
سيڪاريم سورن جي

ڪٽنديس پير پنهل جو، ڳوڻن ۾ ڳولي

ڏئي ويا ڏير ڏکيءَ کي، ڏونگر جي ڏولي

پورهيت ڪٽندا پاڻ سان، گڏيندا گولي

انئي پهر اندر ۾، هنئڙي ۾ هولي

سڪ ٻيدل کي سيدا، پاڪ پسان ٽولي

## ڪافي

گهڙيءَ گهڙيءَ سر گهوريندس، مان تہ ڏيھہ پنهل لئہ ڏوريندس

هيءُ سر يار سڄڻ جي اڳتون، ڪنڌ ڪُلهن تون ڪوريندس

راتيان ڏينهان روح پنهنجي ۾، سڪ جا سڳا مان سوريندس

پڪي ٻيدل جي آئي تان پيهي، حال اندر جو اوريندس

## ڪافي

سڄڻ ريءَ تي سڪان، محبت ماري آهيان

ڪٽنديس خان پنهل ڏي، وحدت واريون وڪان

ڪاغذ ڪيچ ڏٺيءَ ڏي، رويو رويو لڪان

دل ۾ دلبر يار جا، سبق ويني سڪان

نينهن ٻيدل نروار ڪيو، هاٺي ڪاڏي لڪان؟

## ڪافي

جيڏيون جانب سان دل منهنجي آهي، سرتيون ستا سور ويو جاڳائي

سسئي پنهل ڪاڻ بيني او ساري، ڪيچي ڪيچ ويڙا ڪرها قطاري
بر ٻجهي باري، هيءَ ٻانيڻ ٻاڪاري، اجهو خان ايندم ڪيچ ڏٽي ڪاهي

مومل گهوٽ ماڙيءَ ۾ گهٽيئي گنوايا، ڏسڻ ڏهاڙي عاشق ڪنڌيءَ ڪاڪ آيا
مينڌري هٽي منڊ مومل ڪي لايا، رويو راٽي ڪاڻ ڪانگ تي اڏائي

محبت مجني ڪي نينهن پئي نهوڙيو، بينو هيو بر ۾ ولين ۾ وڪوڙيو
الله عاشقن جو لاهج وچوڙو، لاتس لنؤ ليليٰ بينو پچائي

سڪ تہ سهٽيءَ ڪي ميهر جي ساري، اديون عشق آٽي سچي سا اٿاري
ٻيدل چوي بنديءَ تي پيا بار باري، ماندي ميهر لئي ويني واجهائي

## ڪافي

پنهل جا پيرا، ڏوريندي‌س ڏونگر ۾

اوڪو پنڌ پهاڙ جو، وڪڙ اويرا

سورن ساڙيو ساه ڪي، جلن ٿا جيرا

ڏسان شال اکين سان، دلبر جا ديرا

ڪندو ٻاجهہ ٻيدل چوي، ميٿيندو ميرا

## ڪافي

سهڻي يار مون کي رمز رلائي
آهيان ماندي، پچان پانڌي، لنؤ ڊولڻ لائي

تنهنجا سور، مون پور، آهن اندر ۾
سڻي سوال، ڏسي حال، رک تون نظر ۾
هوت چوري، هئن پوري ڇڏ جان نہ بر ۾
لڳي لام، تنهنجي سام، معاف ڪر مدائي

ڪريان دانهون ٻڌي ٻانهون، تڪيان تنهنجون ويني راهون
وٺي سير، پري پير، ايندي اڳاهون
شب روز، مانڪي سوز، آهي تولئي تيلاهون
ڏينهن رات، تنهنجي تات، سک اٿم سدائي

آءٌ اوري، وڃان گهوري، مل منهنجا جاني
تون يار، مننار مان هان تنهنجي ٻانهي
آهين نور، تون حضور، ڪونهي تنهنجو ثاني
جهاتي پائي، لنؤ لائي، دل تو ڏٻائي

ٻيدل چوي يار ڪڏهن پرين اڱڻ ايندين
ڇڏ ماٺو، تيءُ سياڻو، وٺي نال نيندين
هڪ پيرو، ڪري ڦورو، گداگر گڏيندين
مل هاڻي، رب ڄاڻي، گهوري پوءِ جدائي

## ڪافي

سمهڻ سرتيون سڪ وڄايم، بره ٻڇايم ڪي ٻحري باز

سر تي آيم عشق اٽانگو، سرتيون ڇوڙيم سيڪو سانگو
عشق اندر ۾ ڪيا آواز

دلبر وئين تون دلڙي ڏتاري، محب منا وڃ منهنڙو ڏيکاري
پنهنجي نيڻن جا ڪي نوان ناز

وره ڪوڙيون آٽي تندون تاران، ڪست منجهؤن ڪيم ڪوڪاران
سورن وڄايم سهسين ساز

عشق ٻيدل ٿي اوکي بازي، گوءِ ڪٽن ڪي پڙ مان غازي
مشڪل سمجهن رندي هي راز

## ڪافي

لؤنءَ لؤنءَ اندر ويني لڳان، سرتيون سڄڻ جي سور ۾

جڏهين عشق سر آواز ڪيو، سارو عقل سڀ هوش ويو
منهنجو پرين سان پيچ پيو، ڦران مست ٿي مخمور ۾

محبت اٿم من ۾ مدعا، پر ڏي وڃج قاصد ادا
ساري ڪجانءِ منهنجي صدا، هتڙا ٻڌي حضور ۾

قاصد کھي وڃ يار ڏي، دلبر مٺي دلدار ڏي
اکڙيون انهيءَ ئي پار ڏي، پل پل نهارين پور ۾

جن کي ٻيڊل سڪ ساه ۾، سي رڙنديون وتن رند راه ۾
اٿن آسرو الله ۾، هردم نظر حق نور ۾

## ڪافي

محب مئيءَ جي گهر آيو، ميندي مون اڇي لايو

سرتيون هار سينگار ڪيو، سُرهي سيج وڇايو

جنهن ڏٺي ڏک ڏور ٿيا، سرتيون ڪم ٿيو سجايو

سير ڪٿوري واسيا، پيرل پير اڇي پايو

اڱڻ ٻيڊل جي عيد ٿي، پرينءَ پاڻ پسايو

## ڪافي

ساعت ڪين سري ڙي سري ڙي
محبت لئي هان ماندي

سرتيون سور ٿيا ٿم سونهان، درد دکايا دل منجهہ دونهان
من ۾ ٿو مچ ٻري ڙي ٻري ڙي، وار نہ آهيان هڪ واندي

سرتيون سڄڻ جي آءٌ سڪ ۾ سڪان تي، خط پروانا روز لکان تي
ڳوڙهن ڳاٽ پري ڙي پري ڙي، ويني پڇايان پانڌي

جانب جئري اچي پاتم جهاتي، بيوس منهنجي دلڙي جو ڦاتي
آئي منجهه اَري ڙي اَري ڙي، بره ڪئي هان باندي

نينهن ٻيل کي هو نندي لاڪون، هيانءُ فراقن ڦٽي ڪيو ڦاڪون
ماريس ذوق ذري ڙي ذري ڙي، ڪيچ ڏٽي ور ڪانڌي

## ڪافي

دام وجهي ويو دلبر دلڙي
سو يار لٽي ڙي لٽي ڙي

عشق آريءَ جو لڳڙو جنهن کي، سور انهيءَ جي سڌ آ تنهن کي
ڦاتي سا ڪين ڇٽي ڙي ڇٽي ڙي

ميخ محبت جي يار هٽي ويو، درد وندي‍ءَ جي دلڙي ڪٽي ويو
گهورن ساڻ گهٽي ڙي گهٽي ڙي

عشق اولانبا تو آڳ اتاري، مرد هزارين پيو مانجهي ماري
چشمن ساڻ چٽي ڙي چٽي ڙي

سڪ ٻيل کي آه سندس سدائي، راتيان ڏينهان اها وحدت وائي
هرگز ڪين هٽي ڙي هٽي ڙي

## ڪافي

دلبر توکؤن ڏار
ڏکيا مان ڏينهن گذاريان

سڏڙا ڪريان ٿي سڪ مون، نيٽين وهايو نار
ڪوڙين ويني ڪانگ اُڏاريان

ورتيا ٻانيڻ سپ ٿي گهرايان، پچان پوٿي دار
راهون تنهنجون روز نهاريان

پرچ پرين ڏس پاڻ ڏي، مون ۾ حرف هزار
آرزيون ويني عرض گذاريان

سڪ ٻڍل کي سيدا، سگهو مل سردار
سدا ويني توکي ساريان

## ڪافي

درد چوان ڪنهن کي
بنا ديدار ڪونهي دارون

سڄڻ کي سڪ منجهان ساريان، اکين مان آب ٿي هاريان
توبن گهڙيون ڪيئن گهاريان، موڙي آءُ محب مهارون

ڪئي هان فراقن فاني، ڪڏهن ملندو دل جاني
ڦران در در ديواني، ڦٽي هنئڙو ٿيو ڦارون

اگهڻ منهنجو يار پِي ايندو، دلاسو دوست جو ڏيندو
نماڻي نال هيءَ نيندو، ڪريان ويٺي روز پڪارون

اَدا قاصد اُتي وڃجانءِ، ٻِڍل جو حال هيءُ چئجان
ٻڌي هٿڙا پيرن پئجان، منهنجي ياران ڪجانءِ زاريون

## ڪافي

ڏاڍو بار بره جو باري آهه
سڌ سور وارن کي ساري آهه

ڇاتيءَ ۾ جڏهن پاتم جهاتي، دلبر ديد ڏيکاري آهه

باه بره جي ڏئي تي ڀڙڪا، ٻاروچل اچي ٻاري آهه

ٻانهي گولي يار پنهنجي جي، پاند ٻڇيءَ ٻَل ٻَاري آهه

لنءُ لنءُ دي وچ لات اِهائي، قرب وهائي ڪاري آهه

سرڪ ٻِڍل کي صحبت واري، پر ڪري يار پياري آهه

## ڪافي

محبت جون ميخان هنيون، دلڙي کنيون، اديون منهنجو يار هليو ويو

ٻجهہ اندر جون ڳالهڙيون، ڪنهن کي مان ڪين چيون

نؤڪان تنهنجي نينهن جون، لنگهي وجي پار پيون

سور سيبائن ساهہ کي، ويو تہ ڏکيءَ کي ڏيون

سڪ تہ ٻڊل کي ساهہ ۾، جيئن ٽچڪن تيل تيون

## ڪافي

لائي لنؤ هٽي ويو يار ميان، جنهنجي بره ڪيو بيمار ميان

هوت هٽي ويو هٽ سان، سو ڪنڊو منجهہ ڪاپار ميان
جن کي لڳو سيئي ڄاڻندا، هن درد جو ڌڌڪار ميان

نيٽن نار نوان ڪيا، سي تہ روئن زارون زار ميان
هنڌ پٽرٽيون هوت لئي، سي تہ گهوريا سپ سينگار ميان

انئي پهر عجيب لئي، مانڪي اندر ۾ اُڌمار ميان
سورن ساڙيو ساه کي، اچي قلب ڪين قرار ميان

مون ۾ مدايون ٿي گهٽيون، سي تہ بيحد بي شمار ميان
ڪندو ٻاجهہ ٻڊل چوي، ويندو ساٿ گڏيون سردار ميان

## ڪافي

سور ۾ وئي آهه سڙي، ڙي جيڏيون
هيءَ دل تہ نينهن نهوڙي

رئندي رئندي رت جا ميان، ڳوڙها پيم ڳڙي، ڙي جيڏيون

هوت هٽي پيو هٽ سان، ڪا من ۾ ميخ مڙهي، ڙي جيڏيون

سڏڙا ڪريان تي سڪ مون، پنا روز پڙهي، ڙي جيڏيون

دلبر ٻاجهون مشڪل مُئيءَ کي، گهارڻ هڪ تہ گهڙي، ڙي جيڏيون

راتيان ڏينهان روح ۾، من ۾ موج چڙهي، ڙي جيڏيون

اصل ٻيل کي دم دم دل تي، درد ٻڌي آ ذڙي، ڙي جيڏيون

# سر عمر مارئي

## ڪافي

حال وڃي هو چونديس تن مارن کي ويهي
تن مارن کي ويهي، منهنجي دلڙي جن ريهي

مان مارن جي آهيان، مارو مٿ هن سي منهنجا
ڪڏهن سيبائن  ڪينڪي، ٻن زيور پيا تنهنجا
جيئري ويندیس آءٌ شل پکي پنهنجي پيهي

سڪ مارن جي سرس آهه، جهڙ جان بينم جهوئي
تن مارن جي سرتيون راهه نهاريان روئي
سي ماروئڙا تا وسن، آءٌ پري ڪيئن پيئي

ٻيل آکي تن ريءَ جڳ ۾، آءٌ وري ڪيئن جيان
ڪڍ هيءَ قيد منجهؤن، ڇڏ تون، مڃ هيءَ منٿ ميان
آيس ساهه سيباٽا سيئي

## ڪافي

تن مارن ريءَ عمر گهاريان، ڪيئن مان گهڙي
گهاريان ڪيئن مان گهڙي، پيچ تون قيد ڪڙي

ماندي ماڙين ۾ آهيان، ڪستون ڪريان تي ڪوڪاران
داغ اباڻا دل تي، هيانءُ ڦٽني تيو ڦاران

ڏيل پريو آ ڏک سان، ڳوڙها ڳل پيا ڳڙي

جيءَ ۾ جهوري جن جي، تن ڏي شال وڃان
زهر ٿيا هن زيور، ٻانهي پٽ تي پڃان
ڏي تون رضا سان رخصت، وڃان پنهنجي لوءِ لڙي

اکڙيون سانوڻ مينهن جان، روئڻ ٻاجهون نہ رهن
تن سانگين کي ساريون، نت نت نيڻ وهن
بيوس ٿي هان بند ۾، مئي هان روز رڙي

ٻڍل آکي تن ريءَ، وهڻ وه مون ٿيو
دئونس ٻڏي آهه دردن، کهل سو کيو
جوش جلايم جيرا، سک ۾ ويو ساه سڙي

## ڪافي

طلب مارن جي آه تات، شل ايندا اباڻا
ٻن ماڙيون، ٻن طول وهاڻا

پيرون چوندينس پاند ۾، پره ڦٽي پريات، پسان پکا پيکاڻا

ويهک جن جي واريءَ تي آ، اٿارن اڌ رات، مانَ ٻکر ٻاٻاڻا

اڳڙا اباڻن انگ تي، ڏيه وارن جي آ ڏات، مانکي سيئي سيباڻا

ٻڍل چوي پسان پيکن کي، وائي اها وات، ڏسان ڏيه ۾ ڏاڏاڻا

## ڪافي

سنگھارن جا سور
جاڳائن ٿا جھٽ جھٽ ۾

اُنا مينهن ملير تي، ٻيرن ڪيا ٻور، پيرون چونڊينس پٽ پٽ ۾

ڪٽي آئين ڪوه تؤن، ٻڌم نہ ٻاٻور، چورائي وئين چٽ گهٽ ۾

آءٌ شرع تي سومرا، عمر ڪر نہ ڪلور، لوڙھ لٽيندءِ لٽ لٽ ۾

ٻن هي هنڌ ٻيل چوي، ٻن گهٽيون گهر پور، ڪه وهڻ ڪٽ ڪٽ ۾

## ڪافي

تن مارن جا ميان عمر، سور وجن ٿا ساڙيون
پسان پيڪن جون پٽ تي، ويڙهيچن جون واڙيون

آءٌ ڪانگ ڪا تن جي، لنءُ هاٽي لات وري
سانگيئڙن جي سڪ ۾، روئندي ڳچ پيا ڳري
دم دم ڪريان ٿي دانهون، ڳوڙها ڳل سي ڳاڙيون

رنجايل جي روح ۾ پل پل پور پون
سانگيئڙن ڪي ساريون، نت نت نيڻ وهن
بيوس ٿي هان بند ۾، روز ڪريان ٿي راڙيون

تن مارن سان عمر منهنجا نيڻ لڳا
ساه سيبائن ڪينڪي ٻن تنهنجا ويس وڳا
لاڪيڻي اٿم لوئي، پٽ ڪريان ڦاڙيون

ٻڌل چوي ٻن پيا، تن ريءَ گهر گهٽيون،
جهانگيئڙن سان جهنگ ۾ وڃي پيان خوب ڪٽيون
ڏوٿيئڙن جي ڏک ۾، مور وڻن نہ ماڙيون

### ڪافي

عمر ڏي موڪل، ميان
وطن آءٌ ويندس الا، سرتين سان حال وندبينديس

ڪڙي هيس ڪوه تي، ڪانہ سڻائي ڪل ميان

پٽ پهرينديس ڪينڪي، پيڪن جي آهِ پل ميان

سهسين منهنجي ساھ ۾، سورن ڪيا اٿم سل ميان

ٻڌل چوي ميان سومرا، ڇو جهلين ٿو جهل ميان

### ڪافي

رڻ ۾ پيئڙن رات، عاشق قلم ڪهايا

سرڙو ڏنائون سچ ۾، ان نہ هيڙن وات

## تال تاس تپايا

ميندي رتڙن هتڙا، پره ڦٽيءَ پريات
ڳاني ٻڌڙا پئي آيا

مچ ٻڌل امر الله جا، مارو ستاهن رات
گهايل گهورن گهايا

## ڪافي

هت اِهوئي حال سانگيئڙا ويني ساريان
سور مارن جا ڪنهن کي ڏيکاريان

ڪٿ جي وهڻ جو مرم تو ماري، پٽ پهرڻ جو لقب اسان کي
لوئي اباڻي لال، سرڪنڊ سر نہ سينگاريان

روز مارن لئہ ڪريان ويني ريهان، چاڪ چڪن تا ڦٽ لڪ ويهان
ساعت پانيان ٿي سال، ڏينهن مان غم ۾ گذاريان

عمر اباڻن ڏانهن قاصد ايندو، ڪيت سنديون ڪلي خبران جو ڏيندو
مارو ٿا چارن مال، مان ويني تن جي راه نهاريان

ٻڌل چوي ترس نہ پيئڙءِ، بيوس آڻي بند جو ڪيڙءِ
هت جيئڻ آه جنجال، ويڙهيچا مان ڪيئن وساريان

# ڪافي

تن مارن ريءُ عمر، ماندي دل تي مري
ماندي دل تي مري، ساريون ڳڻ تي ڳري

محبت منهنجي من ۾، مارن جي آهه سدا
ڪڍي قيد مؤن ڇڏ تون، جئري ڪر نہ جدا
دم دم ڪريان تي دانهون، ڳوڙهن ڳاٽ پري

ميخان مارونئڙن جون جان جگر ۾ جڙيون
ٻن تنهنجا بئنسر بولا، ڪينَ وڻن تيون ڪڙيون
ليمان ڪاري بندڙا، ويهان ڪيئن ڪري

مانڪي مارونئڙن جا،پل پل پور پون
نند ناهين ڪا نيڻن، ڇُران وري چاڪ چڪن
سڪ ۾ ڪريان تي سڏڙا، ڏک ۾ تو ڏيل ڏري

باغ باغيچا بنگلا مور وڻن نا ماڙيون
پسان پيڪن جون پٽ تي ويڙهيچن جون واڙيون
اندر ڏي تو اُڏمان ساعت ڪين سري

هيڪ جيڏين سان هيڪر، وجي پنهنجي ماڳ ملان
ڳجهہ اندر جون ڳالهيون، سيبئي سور سلان
عمر اُميدان آهن، وطن تي واڳ وري

ڏوٿيئڙا وجي ڏسنديس، جيءَ گهريا هن جيئي
جالي آيس جن سان، ساه سيباٽا سيئي

چور ڪئي هان چاڪن، ماريس ذوق ذري

سبق ٻڌل هيءُ سڪ جو، ڪيئن وساريان ويهي
ڏوتيئڙن جي ڏک ۾، دهڪي ٿي هيءَ ديهي
درد دکايان دونهان من ۾ ٿو مچ ٻري

## ڪافي

ساه سانگين کي ٿو ساري، روئي وڃايم حال

قلم قضا جي ڪوٽ ۾ آنديس، نہ تہ ڪير گهڙيون هٿ گهاري
ٻن مڏيون هي مال

درد مارن جي ڪئي ماري دل ماندي، روز ڳاراٽو ٿو ڳاري
جالڻ مون کي جنجال

ريءَ مارن جي ٻن گهر ماڙيون، مونجهہ وڌي هان ماري
ساعت ڀانيان سال

ٻڌل چوي پٽ نہ پهريندس، سڀ ويندس ساڙي
لوئي نہ لڄايان پنهنجي لال

## ڪافي

دم دم ياد پون تا اباڻا، ٻن هسيون ٻن هار
عمر مانکي ڪين سيباڻا

جهوڪ جهانگين جي پڏر پونن ۾، ڪين جالين سي ڪڏهن ڪونن ۾
تڙن تي ڪن تنوار، پٽن تي جوڙن پاٽا

روز مارن لئہ جيءُ جڪي  ٿو، درد جو دل ۾ ڏوڏ دڪي ٿو
لونءَ لونءَ ۾ للڪار، سوين مانڪي سور ساماٽا

ساعت سانگين ريءَ سال ٿي پانيان، ويني تن جي واٽ واجهايان
ڏٽي نہ ڪندو شال ڏار، ڏسان وجي ڏيھہ ۾ ڏاڏاٽا

ٻيدل چوي هت ڪيئن مان جاليان، سانگيئڙن ڪي ويني روز سنڀاريان
ماريو مارن جي آزار، وٺن ٿا ڪين وهاٽا

## ڪافي

جن سان جيءَ جڙي جڙي
سي سانگ چڙهي ويم سجٹا

ويني واٽ نهاريان، ڳوڙها ڳل پيا ڳڙي ڳڙي

دل ماندي دانهان ڪري، گهاريان ڪيئن گهڙي گهڙي

انئي پهر اباٹڪي، ويئي سور انهيءَ ۾ سڙي سڙي

لڳو باڻ  ٻيدل چوي، قابو دلڙي ڪڙي ڪڙي

# سر هير رانجهو

## ڪافي

رانجهو رات آيو، مولئ ملايو
تا سير سرها، پرين پير پايو

ويڙهي اسان جي ٿيڙيون واڌايون، من جون مرادون پرور پڄايون
ڏک ڏور ٿيڙا، پنو روح رايو

آيو اڱڻ مون ڪليون عشق تاران، دم دم دل ۾ پون ٿيو پچاران
ذڪر ذوق ذاتي جانب جاڳايو

وڻ ٽڻ وسن، ٿيون خوشبوءِ خريدان، ڪل گل ڪليا ڪيون عالم عيدان
آيو شاهه شافي جنهن اڇي بار چايو

مليو ٻڍل کي نبي نور انور، پهري تاج ڪلنگي آيو آهه دلبر
مون تي مهر ڪيائين جنهن منهنڙو ويکايو

## ڪافي

جيڪا رانجهن رمز رلائي، سا تہ عجب ڏسڻ ۾ آئي

راتيان ڏينهان طلب توهانجي، خيال ويو تن ڪائي

زور اوهان جي نسنگ نهوڙيو، چشمن چوٽ چلائي

محبت تنهنجي مچ مچايا، دونهي درد دکائي

روز ازل کؤن ٻڌل يار کي، هر دم خيال خدائي

کافي

جيڪا رانجهن رمز رلائي
سا تہ ناهي سلڻ دي

پر پر ماريس تير جگر دا، چشمن چوٽ چلائي

لڳڙي جنهن نون، خبر تنهين کي، ٻئي کي ڪل نہ ڪائي

رانجهن آيا حق جي صورت، ڦردا ويس مٽائي

راتيان ڏينهان روز ٻڌل کي، هردم خيال خدائي

## سر رامڪلي

کافي

اُتي ملڪ اسان جو اڳي اڳي
اسان جهٽ جالڻ وارا جوڳيئڙا

نيئي ڏريندءِ خاڪ مٿيءَ ۾، سر دي پائي سڳي سڳي
اسان پلڪ ٽڪڻ وارا پرڏيهئڙا

پار پرين ڏانهن ڪير جهليندو، زور نہ ڪنهن جو لڳي لڳي
اسان امر  مڃڻ وارا ماروئڙا

سڄ چنڊ نہ هو ڪتيان تاري، اسان انهيءَ ڪؤن بہ اڳي اڳي
اسان ڏيهہ ڏورڻ وارا ڏوتيئڙا

بيدل چوي نيٺ جو نينڊءِ، ويري مٿي تي وڳي وڳي
اسان سانگ ڪرڻ وارا سانگيئڙا

## ڪافي

جوڳي منهنجڙو جيءُ پيارو مسافر سير تي آيو

جوڳي ٿيوين تان ڪر تون صفائي، ڇوڙ طمع  ڪي ڪر نہ گدائي
سرڪي سور مون پيءُ، ڇڏي ڏي هيءُ هول  اجايو

عجب ڏٺو سي ملڪ الله دا، سير ڪيتو سي فاني جڳ دا
قادر آهي تہ قويءُ، باريءَ جنهن هي باغ بنايو

هاٽي هوتن ڏي ڪر ڪا هلڻ جي، ڳنڍ ڳالهہ پرين سان ناهي چنڻ جي
هت نہ وسارو ٿيءُ، توکي ڪنهن ٻول ٻڌايو

ناهي جوڙي توکي مڪائون، سمجهہ بيدل ائين أتاهون
يا ڪي  نہ يار ڏانهن ٿيءُ، متان گهمين عام اجايو

## ڪافي

ذات جوڳين جي نہ معلوم ڪنهن کي
هت مسافر آيا ڙي

جوڳي موتيا پوئتي قطاري، سامي ڳوڙها ڳل تي ڳاڙي
عهد لڪئي اتڪايا ڙي

جوڳي آدم ڪنون اڳي جو هيئڙا، سج چنڊ تارا پوءِ پيدا ٿيئڙا
آدم پوءِ بنايا ڙي

فنا في الله جي ڦوڪ جو ڏيندو، سچو سر هِڪَ صاحبَ هوندو
خاڪ بي خاڪ رلايا ڙي

آکي جو ٻيل جوڳي الاهي، ڪل ڪنهين کي نہ ذات جي ڪائي
لک ۾ جنهن پاڻ لڪايا ڙي

## ڪافي

آءٌ ادا سالڪ سهي ڪر، ڳالهہ ڳجهي هيءَ ٻري
محبت سندي ميدان ۾، پئہ مام ۾ مانجهي مري

جوڳي ويا هيءُ جڳ ڇڏي، لاهوت ڏي ويئڙا لڏي
پاڻ وحدت ۾ گڏي، تن سرڪ صحبت جي پري

محبت هين من ۾ مدعا، جئري ٿيا جيءَ کؤن جدا
ساري ڪرن سر جي صدا، نعرو هڻن هل حيدري

نٿا عام ۾ عاشق اڙن، سر ڏيئي سوريءَ چڙهن
حرف تان حَق جو پڙهن، رکن تاج سر تي سروري

پل پل بيدل سي پور ۾، سامي سدا هن سور ۾
هردم هن حضور ۾، کولي ڏسن دل جي دري

## ڪافي

ڳَل تہ ڪانہ ٿي پوي، هن جوڳيءَ جي اچڻ وڃڻ جي

آيو پکيئڙو پڃري اندر، لکين لاتيون ٿو لنوي

هيءَ حقيقت حال پنهنجي جي، ڪنهن کي ڪين ٿو چوي

ڪاٿي بادشاهي ڪاٿي گدائي، سختيون سور پيو سهي

سمجهہ بيدل هت سير تي آيو، ڏينهن ٻہ ٿي ٿو رهي

## ڪافي

جوڳي ٿا جاڳن، جڙ لڳي آه جن کي

جن جي مصلحت ميم سان، سي ڪيئن سک سمهن

جن جي اور الف سان، سي ورتيون لام لڏن

جن جو من مڪو ٿيو، سي ڪعبي ڪين وڃن

ٻاروچل سان ٻيدل چوي، اڳيان ٻول پڙهن

## ڪافي

عشق سندي آڙاهه ۾ عاشق، جئري جان جلائين ٿا

راتيان ڏينهان روح پنهنجي ۾، وينا رام ريجهائن ٿا

اَڏي عيد اُنهن جي آهي، جيڪي ڪوپا ڪنڌ ڪپائين ٿا

جِن مَلڪ جي جاءِ نہ جاتي، پير اُتي نيئي پائين ٿا

عشق ٻيدل امام انهن جو، جيڪي سجدي سيس نوائين ٿا

## ڪافي

ڪيا هن شوق جي شعلي، هزارين مرد مستانا

سوريءَ ڏيئي سر ٿيا سرها، سامي سڪ سور ۾ سرها
ٻڌي توڪل سندا ترها، لنگهي پيا پار پروانا

جنين جي رمز دل ريهي، ڀڃي ڀورا ڪيائون ديهي
ويا پاتار ۾ پيهي، ڪوڙيائون نينهن نشانا

صحيح هي سر سجاتائون، نئون وجي نينهن لاتائون
پرت ۾ پير پاتائون، کوليائون درد داستانا

ٻڌل سر هي گهوريون گهورن، سامي سڳا سور جا سورن
الف سان روز پيا اورن، وسايائون ماڳ ميخانا

## ڪافي

اِنهيءَ محبت واري مام، ڪيئي ڪيا درويش ديوانا

جوڳي پنهنجي جان جلائن، پير اچي هن پڙ ۾ پائن
ڪسي ٿين قتلام، مڙن ڪين اُهي مردانا

عشاقاندي اها چالي، ميڙين مال نڪا ٻي مالي
جُنگ پين ٿا جام، جوڙين عرش مٿي آستانا

ڦوڪي باه بره جي ٻارن،ورق وحدت جو ڪين وسارن
وحدت منجهه وريام ، الف سان اورن يار يگانا

مهٽا ملامت جهيڙا جُنيون، سامين پنهنجي سر تي سنيون
چائي مرد ملام ، ڳل ڳچيءَ ۾ پائن ڳانا

عشق ٻڌل تي اوکي چاڙهي، سر تي سهٽا ڏک ڏهاڙي
غازي ڪٽندا گنير گام، سوريءَ تي ڪن سر سامانا

## ڪافي

جيڪي قسمت رات رهايا، اُهي جوڳي مسافر آيا

وٺيون پيتائون وصال جون، ڪيائون سخن سجايا

ڳل وچ ڪفني پوش پهريان، مارن ماڳ مٿايا

جوڳي موٺيا جوءِ تي، تن ڳوڙها ڳل وهايا

بيدل چوي پنڌ اڳي اَٿئي، هي جڳ جيوڻ اَجايا

## ڪافي

سامي سير ڪرڻ ڪيئن آئين، آئين تون نہ ڪمائين تون

جهڙو آئين تهڙو ويندين، موڳا من نہ منائين تون

ڪر ڪمائي يار پنهنجي جي، ويني وڪر وڃائين تون

عشق بيدل تي اوکو اٽانگو، سوريءَ سر نوائين تون

## ڪافي

بار ملامت چاوين تون، مرد مري پئہ جئري جڳ ۾

راتيان ڏينهان الف سان اورج، روح ۾ رام ريجهاوين تون

دين ڪفر جي ڇوڙ تون دعويٰ، اڳتي قدم اُناوين تون

مرڻ ڪنون تون مڙ نہ عاشق، سوريءَ سر سهاوين تون

درد بيدل رک دل ۾ دائم، هو دا هُلُ مچاوين تون

## ڪافي

ڪاتي جوڳي تي جايا، پنور گلن تي آيا

جاڏنهن آيا پهه پين تاڏي، مال چڏي ويا مايا

چوٽي پاٽي امر سي آندا، قسمت رات رهايا

پيجرو بيدل دا خاڪ دا بٽيا، تنهن ۾ مور سمايا

## ڪافي

سوري سر سلهاوڻ دي
رمز ڏکي لنؤ لاوڻ دي

هر جاءِ حق جا هوڪا ڏين تا، وحدت جو ويساه رکن تا
مرد اهائي مام سکن تا، ذات ۾ ذات ڇپاوڻ دي

رمز رضا ۾ رهن سي راضي، خان کيڏن ڪا بره جي بازي

پوءِ ڪٽن ٿا پڙ مون غازي، بره جي بار اناوڻ دي

سامي سڪ ۾ سر ڏرن ٿا، گنيريا غازي گام پرن ٿا
محبت ۾ مخمور ڦرن ٿا، پيؤن سرڪي سيس ڪپاوڻ دي

مري بيدل ميدان ملهائن، جوڳي پنهنجي جان جلائن
سامي سڪ جا سڳڙا پائن، ڪن پر ۾ پاڻ پچاوڻ دي

# متفرقہ ڪافيون

## ڪافي

ميهر من ۾ هنيون هنيون ميخان محبت واريون

سرڪ صحبت جي ساهہ صاف ڪيو، ويو هوت هٿن سان ڏيون ڏيون

ديدان دلبر دوست سان، منهنجون قابو ڪڙجي ويون ويون

راتيان ڏينهان يار پنهنجي ڏي، خيال وجي ٿو ڪنيون ڪنيون

ڳجهڙي ڳالهيون روز بيدل ڪي، روح اندر منجهہ رهيون رهيون

## ڪافي

منهنجي دل سڄڻ توکي ٿي سنڀاري

## سدا گل چمن ۾ طوطل پيو تنواري

طوطا چمن ۾ ڦرندا هوائي، ڱليءَ ڱليءَ تي ڪرندا گدائي
موٺيا ديس جائي دنڙا گذاري

طوطا چمن ۾ هيا پرڏيهي، چڳندا جو چوٽا جوڳي اُهيئي
آلائي ذات ڪيهي گهمندا بهاري

آکي ٻيل چلي آءٌ طوطا، رهيا هي مٿي دا خالي بت بوتا
سانگي ملڪ موٺيا ويڙا قطاري

## ڪافي

مرجان ڪڪڙ وتي ڪرڪندي
لنبڙي ڪڪڙ وتي ڪرڪندي

جنهن هت نہ پنهنجو يار سڃاتو، پٽيل پر ڏي پير نہ پاتو
اڃا ڪوڙيءَ ڪين ڄاتو، گندي گلا ۾ گرڪندي

ولهيءَ ويني عمر وڃائي، ڪوٺ وئي ڪوٺيءَ کي ڪائي
اڳيون پوندس مار الاهي، ڦٽيءَ ڪُرڙيءَ جان ڦرڪندي

هت وٽيا اٿس محل ماڙيون، اڳيون پوندس ونگ پڇاڙيون
ڪرم پٽيون پيئي کندي راڙيون، موڳي اُتي ڪيئن مرڪندي؟

رلي ويني راٽيون راٽي، تڙي طمع ڏي تاٽيون تاٽي
سمجهہ ٻيل پر جي تون ڄاٽي، ڦرڪڻ وتي مرجان ڦرڪندي

# سرائڪي ڪافيون

## ڪافي

جنهن تون عشق لڳا اسرار، تنهن تون دم دم هئي ديدار

عشق گهتي جڏهن دام دوالي، عاشق ڦرندا مست موالي
عشق جي آهي چال نرالي، عشق ڪري دل باغ بهار

عشق جڏهن ٿو رمز رلائي، سوريءَ تي پيو سر چڙهائي
ذاتي نڪتا نينهن پڙهائي، عشق آهي تان سر سردار

عشق ڏيکاري نوري تجلا، اندر ٻاهر هُو هو الله
عشق پياري جام پيالا، عشق آهي تان عجب خمار

عشق ٻيل جڏهن فوج اُٿاري، لڪين پيو مانجهي ماري
ورد وظائف عشق وساري، عشق دي آهي سخت بازار

## ڪافي

ڏاڍا بره دا باري بار آيا
سر تي عشق عجب اسرار آيا

بره تہ بحري باز ڏنم، تڏهن شوق شاهي شهباز ڏنم
عاشق شيرين تي فرهاد ڏنم، وجهي ڏونگر ۾ ڏهڪار آيا

مجنون ليليٰ تي ديوان ڏنم، تڏهن حيرت وچ حيران ڏنم
شاه ڪنعاني سلطان ڏنم، تي بردا وچ بازار آيا

هڪ چڪيءَ ۾ چور ڏنم، تڏهن مرد سچو منصور ڏنم
اِنهي محبت ۾ مخمور ڏنم، چڙهي سوري تي سوار آيا

پڙهي بره سندو ڪو باب ڏنم، تنهن ۾ ڏوهه نڪو ڪو ثواب ڏنم
اُلٽو عشق سندو ڪو جواب ڏنم، پهري جنگ سندو جنسار آيا

هي جاءِ بڍل حَق نور ڏنم، دل ۾ دلبر جو ڪو حضور ڏنم
بن موسيٰ تي ڪوه طور ڏنم، تجلي تاب تکو چمڪار آيا

## ڪافي

خاڪي بدن پلي يار آيا
دل ڪا درسن دوست مئن ديدار پايا

تنهنجي سڪ ۾ يار سدا تي هيءَ سڪي، پروانا پر ڏي رويون روز لکي
من ڪي محبت اچن ويني واٽ پڇي، تنهنجي ملڻ ڪاڻ مان اُداسي آهيان

نندڙي لاڪون نينهن، جاڪون مئن جايا، آٽي عشق عجيب بنڻ آيا
اڳڻ اسان جي پير تو گهمايا، سنڙي تي سنيار جنهن دم آيا

تنهنجي ملڻ ڪاڻ باسان تي باسي، هج تون اسان وٺ پرين تيءُ نہ پاسي
هن جو مئيءَ ڪي نينهن نوازي، پنهنجا قول قرار ڪري وئين سجايا

ٻيل چوي يار سگهو مل سائين، راتيان ڏينهان منهنجون اکڙيون ايڏانهين
هيءَ جو ڪڙي آه در تيڏي دانهين، تنهنجي درد فراق دونهان ٽي دکايا

## ڪافي

سک رمز جيتي مرجاوڻ دي
ناهي حاجت هُنر هلاوڻ دي

شاهه منصور سر سوريءَ ٻولي، رمز انهيءَ اها ڳالهه چولي
لنؤ لنؤ دي وچ ڏتڙي لولي، اناالحق الاوڻ دي

علم عقل نون عشق نہ مَنندا، جان جان هستي دا حال نہ پنندا
چوڙ تڪيا انهيءَ خاڪي تن دا، نيت نہ رک ول آوڻ دي

چوڙ دعويٰ هڪ درد ڪون گهن تون، بد هوائي دا بوتا پَن تون
مرشد واري مام چاگهن تون، ڪر نہ ڪسب ڪماوڻ دي

پڙه پڙه علم ڪيا فاضل هووين، مرڻ ڪنون اڳي مول نہ مووين
جهڙا هووين تهڙا هووين، پڙه آيت آپ وڃاوڻ دي

ٻيل نفي اثبات ڪر ڄاڻين، وچ اَپڻا دي آپ نہ آڻين
ساري ذات صفات سڃاڻين، احدئون عبد چپاوڻ دي

## ڪافي

نظر پيوسي يار پيارو، ناچو بنڪي آيا جي

اندر تونهين ٻاهر تونهين، هر جڳ دي وچ وسندا تونهين
پوش رنگي سر پايا جي

ڪاڻي ساز سرود وڄائين، ڪاڻي شريعت راه بتائين
ڪاڻي منصور مَرايا جي

احدئون ائين عبد سڏائين، وچ پڃري دي آپ ڇپائين
اپڻا پيئڙۂ رايا جي

يار ٻڍل جي ڪول سدائي، ونحن اقرب ناهہ جدائي
سيني ۾ آپ سمايا جي

## ڪافي

وهہ دلبر ڪري سينگار آيا
هر صورت دي وچ يار آيا

ڪاڻي ميخانہ مخمور ڏنم، ڪاڻي شريعت شوق ظهور ڏنم
ڪاڻي سوريءَ تي منصور ڏنم، چئي اناالحق اظهار آيا

ڪاڻي مٿي تخت تيار ڏنم، ڪاڻي چٺو چوڪيدار ڏنم
ڪاڻي ڪارائو ڪمدار ڏنم، ڪاڻي ناچو تي نروار آيا

كاتي عيسيٰ اُتي دائود ڏنم، ڪاتي ابراهيم  خليل الله ڏنم
ڪاتي موسيٰ ڪليم الله ڏنم، ڪاتي احمد علي  اظهار آيا

ڪاتي عجب هي ادريس ڏنم، ڪاتي يحيٰ نبي جرجيس ڏنم
ڪاتي حسن حسين شهيد ڏنم، ڪاتي احمد تي اعتبار آيا

ڪاتي صحيح ٻيل سلطان ڏنم، ڪاتي پڙهندا ياد قرآن ڏنم
ڪاتي ڳل جٹيان صنعان ڏنم، ڪاتي يوسف مصر بازار آيا

## ڪافي

دلبر ساڏي ديري  آيا، عشق ڪيا آواز اُتي

نوري نيڻ حضور چايس، رمزن لايا راز اُتي

شمس قمر تان ڪتيان اري، ٻهون چپايا تاب اُتي

جن ملائڪ حوران پريان، ماٹهو تيا مشتاق اُتي

مور مرگهہ ٻيا سهسين پکي، نوڙي پيا ڪن نياز اُتي

رمز لڳي دل راضي پازي، تاڙيون ڳُليا طاق اُتي

صحيح ٻيل پڙه ياد هميشه، ڪلمو محمد پاڪ اُتي

## ڪافي

هر جا وسندا ڍولڻ يار، آيا بازي بيک بنائي

ڪڏان ماريس دم منصوري، سوريءَ تي هسوار
اناالحق تو آپ اَلائي

ونحن اقرب واحد ويجهو، وٿ نہ ڀانئج وار
رڳ رڳ ۾ تو رمز رَلائي

هر جا ڪيتس جلوه ذاتي، نور ٿيو نروار
جوش وڏو آهي جبل جلائي

هر جاءِ ٻيل حق نور نظر ۾، دل ۾ ڪر ديدار
ڪعبو مسجد تو ۾ آهي

## ڪافي

عشق جهوتا ڏيندا سبحاني دا
مئن پيي دؤر پڙهيا دل جاني دا

سهڻا يار ميڏا مشهور هيا، تڏهين روشن زمين بي نور هيا
اهو منجهہ قرآن مذڪور هيا، الف ميم حڪم هي حقاني دا

شمس قمر نتو تاب جهلي، ابروسيف بينا تنهنجا مينگهہ ملي
آهہ يار منو منهنجو محبوب بلي، پر ٿيا نور نبي ڪي نوراني دا

چشمن ڪوئي جو ديدار ڏٺو، تڏهين راتيان ڏينهان ڪو آرام ڦٽو
اکين نال ڪو يار منو، اهو سير ٿيو لامڪاني دا

سمجهہ بڍل پڙهہ قل هو الله، سارو قلب ڪري هادي هو هو الله
مليو يار منو ٿيا مڙئي پلا، سر تي پوش هيس سلطاني دا

## ڪافي

سر ميري جڏهن عشق آيا، ويکيم تجلا نور حق

عشق ۾ جيڪي اَچن، اُهي سانگ سر جو نہ رکن
پتنگ پروانہ پچن، مرڻ نا تن جو مرڪ

موتوا قبل پئہ تون مري، بڏ خبر هيءَ تون ڪري
عشق تي اوکو وري، ڪر دؤر دنيا جا ترڪ

هندو مؤمن ڏٺو سي هڪ، ڪونہ ڪو تن ۾ فرق
لنءُ لڳو تان لعل ٿيا، وحدت سندو واريائون ورق

ورهہ واريءَ واٽ تي، قربئون پيا ڪامل  ڪسي
سر بڍل صدقو ڪري، وحدت جي واديءَ ٿيا غرق

## ڪافي

رُخ تيرا سي نور دلبر، مئن ويکيا اسرار يي

اکيان تيڏيان باز بحري، وچ ڪجل دي ڏار يي

نين زنگي هي تہ ظالم، ابرو هي تلوار پيي

ڏند تيڏي موتي داڻي، لب هيا سي لعل پيي
زلف ڪالي هن بشهير مک روشن گلزار پيي

شمس تو شرمائيو، تو جهڙو ڪونهي ڪو ٻيو
ڪريان قمر قربان توتان، سؤ پيرا سو وار پيي

گهر ٻيدل جي گهوٽ آئين، سر ڪري سينگار پيي
جنهن ڳليءَ مان پير پاتئہ، سا ڳلي هبڪار پيي

## ڪافي

هر جاءِ ويکيم حق اظهار، چم چم ڪرکي آيا يار

ڪاٿي ملان ڪاٿي قاضي، ڪاٿي رمز رنديءَ ۾ راضي
ڪاٿي ڦرندا مست مجازي، ڪنيس ملامت سر تي بار

ڪاٿي ناچو ناچ نچيندي، ڪٿ منبر تي چڙهہ ٻانگ ڏيندي
ڪاٿي قاتل قتل ڪريندي، پهري جنگ سندو جنسار

ڪاٿي ميم دا برقہ پايس، احدئون آڪي عبد سڏايس
هر جاءِ اپنا حڪم هلايس، ٻوليون ٻولي لک هزار

سمجهہ ٻيدل تون هيءُ سر سارو، نانگا هڻ تون نينهن جو نعرو
تو ۾ آهي پرين پيارو، ونحن اقرب ڪر اعتبار

## ڪافي

دنيا ڇوڙ تہ دلبر ويکين، آهين نور الاهي دا

تو ۾ آهي ذات ظهورو، شملا چا ٻڌ شاهي دا

وحدت دي وچ گم ٿيءُ غازي، مکڙا ويکين ماهي دا

هت هت عاشق موجان ماڻين، پي پيالا بقائي دا

عشق ٻيل اوکي بازي، سودا ڪري صفائي دا

## ڪافي

رُخ چمن تمهارا پيارا
ڏسي ٿيا مست عالم سارا

قمر لڄائي جاني، ٿيون حوران پريون حيراني
وه واه سڄڻ تيري پيشاني، چا بجلي ڏي چمڪارا

ڏند لب لعل هي سجن ڪا، ڪيا هي موتي عدن ڪا
رُخ هي شمع پريم ڪا، سهڻل گل هزارا

وه واه چشم دي چالي، تيريان ديدان مارن دو نالي
تيري نئنان دي چال نرالي، ابرو عجب نظارا

من هي ٻِيل جو گهائي، جاني جسم جاڳائي
اچي سهڻل حڪم هلائي، هر طرف تيرا نعرا

## ڪافي

عشق آيا جهوليءَ پايا مئن يار دا
ملي جاني، حقاني اسرار دا

ملي محب مڪڻ متوالا، جنهن جام پياريم پيالا
ٿيئڙا نينهن نشا خمار دا

مان روز رئان ني ساريان، ڪوڙين ڪانگ اڏاريان
ويڪان منهن مٺي مختيار دا

جڏان پاتم جانب جهاتي، ڪليا جان جگر سڀ ڇاتي
ٿيئڙا گلبدن گلزار دا

آڪي ٻيل گڏ پرين هوندين تون، هيءَ نال نماڻي نيندين تون
مان نوڪر ٿيان پيزار دا

## ڪافي

لڳي آهه سڄڻ دي لولي، دن رين دل اُداسي

ويکيم تيڏا نظارا، من مون لٽا مونجهارا
ڪر نظر يار پيارا، ڪنجي آٽي تو ڪولي

طلب تن کي تايو، سورن سمهڻ وڄايو
ڀَکي پير منهنجي پايو، وڃان گهوٽ توتئون گهولي

سک سوز کئي هان ماندي، هک وار ناهيان واندي
پڇان روز تنهنجا پانڌي، آهيان ڳليءَ ڳليءَ تي ڳولي

سڻ تون ٻيدل جون آنهون، دردئون کري ٿو دانهون
ڏي ڀهڳڻ ٻڏيءَ کي ٻانهون، سڳ هي جهليو ۾ جهولي

## کافي

درد مچايان ڏڙيان يار، سرتيون سورن سمهڻ وڄايو

الف اسان نون يار پڙهايا، لام ڏي مول نہ لڙيان يار

دام ديدن جي ۾ دلڙي ڦاتي، آءٌ امالک اڙيان يار

عشق خليلي آڙاهہ مچايو، سور انهيءَ وچ سڙيان يار

يار ٻيدل کي طلب توهانجي، خيال انهيءَ وچ کڙيان يار

## کافي

يار اسان دي گهر آيا هي
جنهن دل دا دور کرايا هي

يار اسان دا نور الاهي، وحدت دي جنهن ڳالهہ الائي
ساري اُمت سڀ شڪر ۾ آئي، محمد ضامن ڄايا هي

يار اسان ڪؤن ڏار نہ ٿيندو، نال نماڻي ڳڌ ڳڏيندو
ائين اسان کي ڪين ڇڏيندو، بار باريءَ سرچايا هي

يار ٻيدل سان رمز رلائي، پنهنجي اچڻ جي ڪئي ڪا ڀلائي
تنهنجي ملڻ جي آهہ سڪ سدائي، پيالا خوب پلايا هي

## ڪافي

ناز تيڏي دل نهوڙي
من ميڏا مستان آهہ

مان ٻانهي تون سائين ميڏا، سر تو تون قربان آهہ
تو ڏني مانکي عيد تي، لک پيرا شڪران آهہ

تيري ملڻ لئہ يار ماندي، هيءَ گهڻو حيران آهہ
بلبلي جان بت بيراڳي ، درد دل ديوان آهہ

سر سونهن پوشاڪ تيري، سا موتي مرجان آهہ
شمس قمر کي لڄائي، سونهن تيري سبحان آهہ

ٻيدل آکي احمد من، رب تي ايمان آهہ
جاڏي تاڏي يار جو، نعرو سو نيشان آهہ

# سر هير رانجهو

## ڪافي

جنهن دي دم دم دل ۾ وائي
رانجهن رمز رلائي آهه

ڏنبريان سڻ ڪر ويسان ٻيلي، الله ماهي دي سانون ميلي
گهور گهوريان مئن سر تون ويلي، عيد ميلاپي جي آئي آهه

نديان تر ڪر مئن پار جو ويسان، نال رانجهو دي ڪول ٻهيسان
عطر عنبر ۽ مشڪ مليسان، حورن ميندڙي لائي آهه

رخ رانجهن دا نور پيشاني، ڪون پانيان مان تنهنجو ثاني
آءٌ ته ٿئڙان تنهنجي ٻانهي، جنهن منهنجي جان جڳائي آهه

ٻِدل آڪي رانجهن آيا، محب دليان دا الله ملايا
بيحد ٿئڙم بخت سوايا، الله اُميد پڄائي آهه

## ڪافي

ميندي رانجهن دي لايو
يار پلي ڪري آيو

ڪيڙي دي گهر مول نه ويسان، اوهان توڙي سمجهايو

ڪنهن ڏک پارئون ٿيئڙو گداگر، رانجهن پوش مٿايو

ٻيل آکي آءٌ انهن جي، پيچ اصل ڪؤن پايو

## ڪافي

جنهن جي ميندي اڳي مان لاتي
وجي دلڙي رانجهن سان ڦاتي

لنؤ تون ڪانگل ڪڏهن پرين ايندو، ڏي ڪو سنيهو ساتي

پار درياهون جهوڪ رانجهن دي، لڪ ڇپ پائيسان مان جهاتي

سور سڄڻ جي ساه ڪي ساڙيو، ڪنبي جان جند ڇاتي

آکي ٻيل مهرئون مليا، ول ڳئي ذات صفاتي

## ڪافي

موليٰ سانون هڪڙا پيا نظر آوندائين
آوندائين، سو رمز رلاوندائين

اسان رانجهن هڪ ٿيو سي، پول نہ ٻيو ڪو پاوندائين

اِهي ڳالهيان وحدت واليان، ڳليءَ ڳليءَ ڪر ڳاوندائين

جاڏي تاڏي سهڻل سائين، باري آپ بناوندائين

بیدل چوي عشق الاهي، سيني اندر سيباوندائين

## كافي

عشق عجب هيا، كو رانجهو هير دا وي
رب ميلي وڏي ويلي، سچ سير دا، قسم پير دستگير دا وي

كڏان رانجهو ميڏي پَكي آيا هي، مئن تہ شكر كري سر تي چايا هي
پيڙا دل كي دام زنجير دا وي

كڏان نال رانجهو دي اڙي هان مئن، كڏان پاس ندي دي كڙي هان مئن
كوئي كير پيتم اكسير دا وي

كڏان يار گداگر گاهي  هي، كڏان تخت دا سبحاني هي
كڏان پوش كيس فقير دا وي

آكي بيدل يار پيارا، سانون مل تون محب موچارا
سانون سوز هيا نبي محمد مير دا وي

## كافي

آهيان جيهي مان تيهي رانجهن يار دي
الا مان تہ ميهار دي

نال رانجهن دي لاوان مان لڏايان، سرك  پيتم اسرار  دي

يار منهنجي جو مٽ نڪو ثاني، سونهن ويکيم سردار دي

رانجهن صاحب صحيح سڃاتم، ديد ويکيم دلدار دي

بيدل آکي گل عجائب، آيم بوءِ بهار دي

## ڪافي

مل مبارڪ ڏيو مون کي جيڏيون، رانجهن رمز رلائي هي ميان

ڳل ڳچيءَ پاتم ڳانا، لوڪ ماهي دي مارن طعنا
اڇي ڪوڙيم نينهن نشانا، ٻي مت عشق منجهائي هي ميان

لڄ حيا مان تہ شرم ستيسان، نال رانجهو دي لڳڙي ويسان
لکيل ويني امر منيسان، چم خواري من چائي هي ميان

مل سهيليان ڏيو مون کي لاوان، صدق صدق پنهنجي يار تون جاوان
سرڪنڊ لاکر سينڌ ڳنڊايان، الله اُميد پڄائي هي ميان

بيدل آکي ٻانهي هان گولي، عشق ماهي دي ڏنڙي لولي
اندر ٻاهر يار دي ٻولي، بره سو بانگ پڙهائي هي ميان

## ڪافي

دل درد تسانڏي ماري، دلبر ڏي دلداري

مئن زهر ڪٽورا پيسان، تنهجي عشق لاتيون هن ليڪان
منهنجون عرش ٻڌيون هي چيخان، مئن روئندي زارون زاري

وئين دل ۾ درد دکائي، وڌو گهور تنهنجيءَ آهہ گهائي
ڏنو طلب توهان جي تائي، جلي جان جند ويئي ساري

تو تہ باري برهہ بچايا، آٽي محبت مچ مچايا
باري بار برهہ دا آيا، اُتي آتش عشق اُتاري

محب ٻيل ڪي مل تون، ڪول گهونگهٽ اچي ڪِلُ تون
يار اگڻ اسان جي ٿل تون، آءُ هيڪر هوت هزاري

## ڪافي

جنهن دل ويکيا نور جمال
سا دل مَستئون مست خيال

مئن رانجهن دي رانجهن ميڏا، ڇوڙيم جهنگ سيال

صدقي صدقي يار سڄڻ تون، مڏيون خزانا مال

عشق بنا ٻيو پنڌ اجايو، ٻي سڀ ڪوڙي قيل و قال

راتيان ڏينهان روز ٻيل ڪي، لائي آهي درد ڌمال

## ڪافي

رانجهن ويڙهي آيا، ميڏا دائهہ وي ميان
صدقي صدقي ساه سڄڻ تون

رانجهن آٽي ونجهلي وڄائي ,دل ۾ دلبر ڪا رمز رلائي
هاديءَ هوت ملايا

مئن تہ رانجهن دي ٻانهي گولي ,يار پڙهائي منتري ٻولي
جانب جادو لايا

رانجهن آئي پاتم جهاتي ,دست ڊولڻ دي ڪسڻ دي ڪاتي
مئن پيي سيس نوايا

آٽي ٻيل ڪي نينهن نهوڙيو ,واسينگن جان وره وڪوڙيو
دونهان درد دکايا

## ڪافي

ريجهي رات رانجهو آيو، دلبر اسان ڏي ويڙهي

مينهان چاري سو ٻيلي، آيو پره دي ويلي
مليا سڄڻ سويلي، ڪليو بخت سوايو

ٻن پيئي ڪيڙاندي ٻولي، مئن هان رانجهن دي گولي
ڏني عشق منتري لولي، نشو نينهن ڏاڍو لايو

شروع ٿيا شادمانا، در در وڳا دماما

پهري يار آيو جاما ، سڀ ساٿ ٿيو سجايو

ٻيدل چوي هان ٻانهي، مليا سڄڻ حقاني
هينئڙي لٿي حيراني، مطلب مولا پڄايو

## ڪافي

جادو لڳڙا يار دا
ڳيا هوش عقل ڪم ڪار دا

جادو جانب روز چلايا ,چم چم ڪري ڪي جوڳي آيا
جوڙ ڪيتس جنسار دا

سڪ اندر ۾ سرس سدائي ,دلبر منهنجي دير جو لائي
دل ڪي دام پيا دلدار دا

وچ سيني صاحب وسندا ,دل ٻيدل دي هر هر ڪسندا
ڪوئي سوز هيا سردار دا